# تو ته چيو هو...



تو ته چيو هو
"منهنجي تصوير جي جاءِ تي
ڪا ٻي تصوير اچي ويندئي!"
سوچيان ٿو ته
پوءِ به هي فريم
اڃان ڇو خالي پيو آ؟

ظفر عباسي

# تون

# تہ

# چيبو

# هو...

شاعري

(غزل ۽ ترائيل)

ظفر عباسي

ڪتاب جو نالو : تو تہ چيو هو...
شاعر : ظفر عباسي
صنف / موضوع : شاعري (غزل ۽ ترائيل)
ڇاپو :پهريون
سال :2006ع
ڪمپوزنگ : اي اي خاصخيلي
لي آئوٽ ۽ ڊزائننگ : شهباز علي ميمڻ
ٽائيٽل :اين ٽي ايف گرافڪس
ڇپيندڙ :وينس پرنٽنگ پريس ڪوڪر محلو حيدرآباد
ڇپائيندڙ :**نيو ٿنڪرس فورم**
**D-4/20** نسيم نگر فيز IIIحيدرآباد. سنڌ
فون: 0300-3094527

**ملهہ : 80 رپيا**

---

TTO TTU CHUYO HO...
[A Collection of Poetry/ Verse in Sindhi Language]
Written by:ZAFAR ABBASI
Published by: New Thinkers Forum
D-4/20 Naseem Nagar Phase III Qasimabad
Hyderabad Sindh Pakistan
Year of Publication:2006
Price per copy Rs:80/-

# سِٽاءُ

## پبلشر پاران:

ظفر عباسيءَ ڪهاڻين لکڻ سان سنڌي ادب ۾ پهرين وک کنئي 1979ع ۾ هن جو پهريون ڪهاڻين جو مجموعو "گهرا گهرا گهاءَ" شايع ٿيو. 1981ع ۾ هن جو ٻارڙن لاءِ ڪهاڻين جو مجموعو "تارا تارن هيٺ" شايع ٿيو ۽ 1982ع ۾ هن جي ڪهاڻين جو ٽيون مجموعو "سوال ڇهرا جواب ڇهراءَ شايع ٿيو. ائين هن سنڌي ٻوليءَ جو يگانو ڪهاڻيڪار جي حيثيت ماڻي ورتي، جنهن جا ٽين ايج ۾ ئي ڪهاڻين جا مجموعا شايع ٿي چڪا هجن. 1983ع، 1984ع ۽ 1985ع جا ٽي سال هن شاعريءَ کي ارپيا ۽ انهن ٽن سالن ۾ هن الائي ڪيتري شاعري ڪئي، جنهن پوميءَ کان جدائي ان جو سبب هئي يا لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو جون هوائون يا اجان ڪو ٻيو سبب هو؟ تنهن لاءِ ته هو پاڻ ئي ٻڌائي سگهي ٿو پر هن جا ان دور ۾ سنڌي ادبي سنگت ڪنڊيارو پاران ٻه شاعريءَ جا ڳٽڪا ڪتابچن جي صورت ۾ پڌرا ٿيا، جن مان هڪ ۾ غزل ۽ ترائيل ۽ ٻئي ۾ ٻين صنفن تي شاعري شامل هئي. شاعريءَ جي انهن ٻنهي مجموعن جا گڏيل مهاڳ ان دور ۾ ئي تاج جويو ۽ وسيم سومرو لکيا هئا ۽ پوءِ ظفر عباسيءَ جو ڪيريئر هڪ ڊاڪٽر جي صورت ۾ پڌرو ٿيو، جنهن ڪانپوءِ هو سنڌ ۾ صحافيءَ ناتي سڃاپجڻ لڳو. ويهن سالن جي طويل خاموشيءَ ڪانپوءِ جڏهن هن جي نئين شاعري منظر تي آئي ته لڳو ئي نه ٿي ته هن جي لکڻين جي درميان ڪا ويهن سالن جي وٿي آئي به هئي! جنهن جو سبب شايد هن جو مطالعي کان نه ڪٽجڻ ئي هوندو.

هتي اسان ظفر عباسيءَ جي ان ويهه سال اڳ جي شاعريءَ مان غزل ۽ ترائيلن جو مجموعو پڌرو ڪري رهيا آهيون. جيڪڏهن ان ڪتاب کي اوهان وٽان بهتر موٽ ملي ته سندس باقي ٻين صنفن تي شاعريءَ جو ٻيو مجموعو ۽ ان ڪانپوءِ سندس تازي شاعريءَ جو مجموعو به ضرور اوهان جي هٿن / نيڻن تائين رسائينداسين.

اوهان جا رايا ۽ ويچار ظفر ۽ اسان جي رهنمائي ڪندا رهندا.

-پبلشر

# ارپنا

1983ع

۽

1986ع

جي

قومي تشخص جي تحريڪن ۾

شهيد ٿيل

سنڌي ماڻهن

جي نالي.

ظفر عباسي 5 -5-88

# روشنيءَ جو راهي: ظفر

وسڪاري ڪانپوءِ جيئن ٽر ۾ ڪنييون ايري ايندييون آهن، اهڙي طرح اڄڪلهه سنڌ ۾ نوجوان شاعر پڻ "ڪنيين" وانگر اسري ۽ ايري آيا آهن. انهن شاعرن مان تمام ٿورڙن ڳنڀير ۽ سگهاري سوچ واري شاعر ڪئي آهي، نہ تہ اڪثر روايتي لفظي بازيگري ڪندي نظر ايندا آهن. ڪي پنهنجي شاعريءَ جي شروعات، نثري نظمن ۽ نظماڻي نثر سان ڪندا آهن، تہ ڪي وري ٽيڙن (هائيڪن) سان پنهنجي سڃاڻپ ڪرائيندا آهن. اهڙن شاعرن مان ڪيترن کي تہ اها ئي خبر نہ هوندي آهي تہ هي جن شعري صنفن تي طبع آزمائي ڪري رهيا آهن، انهن جو اصل نسل ۽ پس منظر ڪهڙو آهي؟

ڪجهہ وقت اڳ، اهڙي ئي هڪ نوجوان شاعر جا ٽيڙو ڪنهن اخبار ۾ هن ريت ڇپيل ڏٺا هئم:

ايڪ ڏون ڏون،  
هن سڄي دنيا ۾،  
يار منهنجون تون!

ٻہ ڏون چار،  
توکي ساري ساهہ،  
اچ منهنجا يار!

۽ پوءِ هڪ ڏينهن ان شاعر سان هڪ ٻئي شاعر دوست (عابد مظهر) کي هن نموني گفتگو ڪندي ڏٺو هئم:

"...... يار! شاعري هلي پئي؟"

"ها، زور شور سان."

"يلا، ٻڪي جو ڪوڙو پورو ٿيو يا نہ؟" (ٽهڪڙا)

اهڙا "ٻڪي جا ڪوڙا" لکندڙ شاعر ڪوڙ ملندا، جن کي شعر جي فارم جي تہ ڄاڻ ڪٿي هوندي آهي پر شعري صنف جي مزاج کان بنهہ ڪورا هوندا آهن. منهنجو دوست ۽ نوجوان شاعر ظفر عباسي، اهڙن شاعرن مان نہ آهي. هي

هرويرو لئيءَ مان لٺ پڇي شاعري نئون ڪري ۽ نہ ئي هر نئين شاعر وانگر هن بہ شاعريءَ جي شروعات ”نثري نظمن“ يا ”نيڙن“ سان ڪئي آهي. اها جدا ڳالهہ آهي تہ ظفر بحر، وزن ۽ ڇند وغيره کان ڪناراڪش آهي پر جنهن جذبي ۽ خيال جي اصليت ۽ سچائيءَ جي ضرورت هوندي آهي، اها ظفر وٽ موجود آهي.

ظفر عباسي، عمر ۾ مون کان ڏهہ بهارون ننڍو آهي پر ننڍي وهيءَ ۾ ئي ڏاڍو سرگرم ۽ جذبي وارو نوجوان آهي. ظفر هڪ ئي وقت ”بارن جي محفل“ ضلعي نواب شاهہ جو آرگنائيزر، ”چٽنگ سنگت“ تعلقي ڪنڊياري جو آرگنائيزر، ”ينگ رائيٽرس گلڊ“ جو جنرل سيڪريٽري بہ رهيو آهي. ان ڪانسواءِ هي ساهتي پبليڪيشن ڪنڊياري جو باني بہ رهيو آهي. ادب سان چاهہ هن جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.

ظفر عباسي، ادبي دنيا ۾ ڪهاڻين جي حوالي سان پير رکيو هو ۽ سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو ”گهرا گهرا گهاءَ“ 1979ع ۾ (جڏهن هن جي عمر 15 سال هئي) ڇپيو هو. ان ڪانسواءِ هن جي ڪهاڻين جا بيا ڪتاب ”تارا تارن هيٺ“ (بارن جون ڪهاڻيون) ۽ ”سوال ڇهرا جراب ڇهرا“ پڻ شايع ٿي چڪا آهن، هن جون ڪهاڻيون اسان جي بحث هيٺ ڪو نہ آهن، پر اسان هن جي شاعريءَ جو ڳوڙهو اڀياس ڪنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ ظفر جي شاعريءَ تي هن جي شخصي زندگيءَ جو گهرو اثر موجود آهي.

ظفر، لڄارو پر ڪلٺو ملٺو نوجوان آهي. ڪجهہ وقت اڳ هن تي خبر ناهي ڪهڙو دورو اچي پيو هو، سنگت سات کان ڪٽجي پنهنجي ڪٽيا ۾ اڪيلو ”قلم، ڪاڳر ۽ ظفر“، ٽيڙو ٻٽيو ويٺو هوندو هو. هر شخص جيان هن جي زندگيءَ ۾ پڻ هيءُ حساس ۽ لطيف جذبات سان ڀرپور دور آيو، جنهن ۾ هن جو رومان اسريو ۽ نسريو. هن ئي دور هن جي نازڪ جذبن کي اظهار ڏنو ۽ هن جي اندر ۾ لڪل شاعر اڀري ۽ نکري نروار ٿيو.

ظفر جي شاعريءَ جو وڏو حصو ”ترائيل آهن، جيڪي هن ڀارت جي مشهور شاعر هريڪانت کان متاثر ٿي چيا آهن. هريڪانت جي ترائيلن جو مجموعو ”پرهہ کان پهريائين“ 1961ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو ۽ پڪ ئي پڪ سنڌي شاعريءَ ۾ ترائيلن جو اهو پهريون مجموعو آهي. هريڪانت وانگر ظفر عباسي، جي بہ ادبي زندگيءَ جي شروعات پڻ ڪهاڻين سان ٿي آهي، پر اوچتو هن جو شاعر جي روپ ۾ اڀري اچڻ ڇرڪائيندڙ ڳالهہ آهي.

ظفر جي شاعريءَ جو مطالعو واضح ٿو ڪري تہ ظفر نہ رڳو جديد سنڌي شاعريءَ جو سنو اڀياس ڪيو آهي پر مشاهدي ۽ تجربي جي آڌار تي

تو تہ ڇيو هو...

پنهنجي شاعريءَ کي رچيو اٿس. هن جي شعرن ۾ مصنوعي جوڙجڪ ۽ اڌارا خيال نہ آهن. هن جو ڪجهہ لکيو آهي، ان جي پيڙا پهرين پوڳي چڪو آهي ۽ پوءِ ان پوڳنا کي شعرن جي روپ ۾ اسان جي آڏو ڪڻي آيو آهي.

هاڻ تہ جانان! تون پي مون کان ڏور هلي وئي آهين،
هاڻ تہ جانان! شهر هي تنهنجو غير لڳي ٿو ڄڻ تہ!
پنهنجي گهر جو در نہ لڌو مون، جيئن رسي وئي آهين،
ماڻهوءَ ماڻهوءَ من ۾ سانئڻ! ميرُ لڳي ٿو ڄڻ تہ!

ظفر وٽ اظهار جو سادو سودو طريقو آهي، لفظ سادا، جذبا سادا، شعر جو گهاڙيٽو ۽ سوچ بہ سادي، ڀهراڙيءَ جي سنڌي ماڻهوءَ جهڙي!

تون جو ناهين تہ هي من-پوڳنائون،
پير جي ڪنڊي جيان چپن پيون ٿيون!
هيرون بہ لڳن ٿيون لڪون، گرم هوائون،
تون جو ناهين تہ هي من- پوڳنائون!

☆☆☆

جـُڳن ڪانپوءِ اتفاق سان ملي جو ويا آهيون،
چانهہ جو ڪوپ گڏجي پي، ياد ڪا تازي ڪريون!
ڏکن سکن جو حال دل، هڪ ٻئي کي ڏيون،
جڳن ڪانپوءِ اتفاق سان ملي جو ويا آهيون!

ظفر، جديد شاعريءَ جي خوبين کان بہ واقف آهي ۽ هن جي شاعريءَ ۾ اهي خوبيون موجود آهن، هن ڪيترا نوان مرڪب لفظ، تشبيهون ۽ اصطلاح جوڙي، نہ رڳو پنهنجي شعر کي خوبصورت بڻايو آهي پر ٻوليءَ جي دامن کي پڻ چمڪايو آهي.
مثال طور:

جاني! هاڻي منهنجي آڏو، لڙڪ نہ لاڙيندو ڪر،
منهنجا تو لئہ گل گلابي بڻيا "چپ - رومال!"

☆☆☆

آشائون هي بادل بڻجي "جند- اڱڻ" تي برسيون،
جذبا "من جي ٺوٺ زمين" تي، اپريا ڪنيين وانگيان!

☆☆☆

"جذبن جو ڪتاب" ۽ "لڙڪن جو ديوان" ٿو کوليان،
دل مضبوط ڪري ويهہ جاني! مان ٿو گيت چوان!

☆☆☆

دل تي ڇنئي تہ "پيگ-چپن" جا اڄ ٽڪرايون!
**"من آڱنڌ" تي پريم جو ٻوٽو ڪوئي پوکيون.**

"چپ رومال"، "جند - اگڙ"، "جذبن جو ڪتاب"، "لڙڪن جو ديوان"، "چپن جا پيگ" ۽ "من آڱنڌ" جهڙا خوبصورت مرڪب لفظ، تشبيهون ۽ اصطلاح پيش ڪري ظفر واقعي ڪمال ڪيو آهي.

ظفر رڳو "ترائيل" نہ چيا آهن، هن غزل، آزاد نظم، نظم، بيت، دوها ۽ وايون بہ چيون آهن پر جيڪا پختگي هن جي ترائيلن ۾ آهي، سا ٻين صنفن ۾ گهٽ آهي، البت نظم، آزاد نظم ۽ غزل چڱا لکيا اٿس.

ظفر جي ڪيترن شعرن ۾ مايوسيءَ جو عنصر ۽ زندگيءَ کان بيزاريءَ جو تاثر بہ ملي ٿو پر مٿس اها ڪيفيت هميشہ طاري نہ ٿي رهي. ڪٿي ڪٿي هن مايوسيءَ جي ٻاٽ اونداهہ مان نڪري روشنيءَ طرف نہ رڳو سفر ڪيو آهي پر "روشن منزل" ماڻڻ جو يقين بہ ڏيکاريو آهي. جيئن هن شعر مان ظاهر آهي،

ڪو مڃي نہ مڃي، روشني نيٺ ٿيڻي آ،
ڏات ۽ ڏانءَ جو سنگُ، رنگ نيٺ لائيندو!

ظفر، غزل ۾ نئون رنگ پرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪٿي ڪٿي ڪامياب بہ ويو آهي. ڪٿي ڪٿي ڇرڪائي بہ وجهي ٿو.

فائرنگ بند ڪيو،
سڏڪو بڌڻ ڏيو!

تارا! اوڏر تي،
ڇو پيا ٽمڪو!؟

چاهت جي حد خودڪشي آ،
پوءِ بہ پاڻ جياري ڇڏيم!

هيءَ ٽاميءَ جهڙي پونءِ تتل،
مون پنهنجي رت سان ٺاري آ.

جيڪو جيون خالي ڪوڪو،
ان جيون کي باهہ لڳاءِ!

**1988 .08 .18/تاج جويو**
**ليڪچرر، گورنمينٽ ڪاليج مٺي.**

# ڪلهه، اڄ ۽ سپائي جي شاعري

"صائب" دو چيزمي شڪند حسن شعر را.
تحسين ناشناس وسڪوت سخت شناس.

هن فارسي شعر جو خالق صائب ڪهڙي دور سان تعلق رکي ٿو؟ اها ڄاڻ مون کي ناهي، نه ئي اهو ڄاڻان ٿو ته هن جي فارسي شاعرن واري فهرست ۾ مولانا رومي، فردوسي ۽ جامي کانپوءِ ڪيتري اهم حيثيت آهي. نه وري مون کي فارسي شعر جي سمجهه ۽ ڄاڻ آهي، نه ئي وري ڏلچسپيءَ سان فارسي شعر پڙهندو آهيان پر پوءِ به الائي ڇو ڪٿي هي شعر پڙهندي من ۾ ويهي ويو هو ڇو جو هن جي معنيٰ هن طرح آهي: "اي صائب! شعر جي حسن کي ٻه شيون بگاڙن ۽ وڃائين ٿيون. هڪڙي ناسمجهه جي اجائي واهه واهه ۽ ٻي سخن شناس / سمجهدار جي خاموشي."

الائي ڇو اها منهنجي عادت بڻجي وئي آهي يا مان ان راءِ جو قائل ٿي ويو آهيان ته هرويرو مون کان اها ڳالهه نه پڇندي آهي ته مان ويهي اڃايو ڪنهن لاءِ پنهنجي ڳالهيون لکان يا وري پاڻ لاءِ پناڙ ٻڌي خوش ٿيان، ائين هرگز به ڪونهي. مان خود خوشي خوشيءَ سان تنقيد کي برداشت ڪرڻ جي پاڻ ۾ سگهه پيدا ڪرڻ واري ڪوشش ۾ رڌل آهيان، ان لاءِ خوشامد کان پري رهڻ پاڻ لاءِ بهتر سمجهندو آهيان ۽ اهڙي ئي ساڳي عادت مون پنهنجي دوست ظفر عباسيءَ ۾ ڏٺي آهي. هي شخص ڏاڍو عجيب آهي توٽي جو وهيءَ جو اڌ پنو ڳاري چڪو آهي ۽ سندس هم عمر ۽ همعصر به تڪجي ويهي رهيا آهن پر هي پوءِ به ناهي ٿڪو. اڄان ساڳيو جنون سڄي ڏينهن جي هڻ هٿان ۽ پوءِ به رات جا ٿي حصا اوجاڳا ڪري لکڻ پڙهڻ وارو شوق جاري رکيون پيو اچي. هونئن ته هي سنڌ جو پهريون ڪهاڻيڪار آهي جنهن جا ٽين ايڇ ۾ ٽي ڪهاڻي ڪتاب اچي چڪا ۽ هن جي سڃاڻپ هڪ ڪهاڻيڪار واري ٺهي چڪي پر پوءِ به هي هڪ شاعر به آهي. مون ڏٺو آ ته هڪ شاعر، جڏهن به نثر ۾ ٿورو ڪي گهڻو لکيو آهي ان اهو سنو لکيو آهي پر ڪڏهن به هڪ

ڪهاڻيڪار يا نثر نگار شعر تمام گهٽ سنو لکيو آهي پر هتي ائين ناهي هتي ڳالهه ان جي ابتڙ آهي، هن ڪهاڻيڪار وري جڏهن شعر لکيو آهي ته اهو شعر به سنو لکيو آهي ان جو سبب شايد اهو به هجي ته هن جنوني ليکڪ/شاعر ڪڏهن به شهرت لاءِ نه لکيو آهي پر هن لکيو آهي لکڻ لاءِ، سکڻ لاءِ ۽ سيکارڻ لاءِ. ان جو ثبوت اهو آهي ته جڏهن ڪيس شعر جي ڄاڻ وٺڻ جو شوق ٿيو ته هن شاعريءَ جون مختلف صنفون ۽ گهڙيتا سکڻ شروع ڪيا ۽ پوءِ لکڻ شروع ڪيا تان جو ويندي اهو هڪ ڪتابچو ٺهي ويو. جنهن به ٽي ايڊيشن شايع ٿيا ۽ وڪامي ويا ۽ هاڻي وري ان اٿلي ڪتاب ۾ اجان به اضافا ڪري ان ڪتاب کي وڏيڪ ڪار آمد بڻائي ان لائق بڻايو اٿائين جو جيڪڏهن هتي سنڌ پاڪستان ۾ نه هجي ها پر ڪنهن ٻئي قدردان ملڪ ۾ هجي ها ته يقينن کيس هن اعلىٰ ڪم تي اعزازي ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ڏني وڃي ها.

هن ڪتاب جي تياري جا جيڪي مرحلا ظفر عباسي طئه ڪيا، انهن مرحلن سندس اندر مان هڪ شاعر کي به جنم ڏنو پوءِ جڏهن هن شعر لکڻ شروع ڪيو ته ڏات جي ديوي وٽي مٿس مهربان ٿيندي ۽ هي به ويو لکندو.

او گيت، محل جي راڻي! مون وٽ "بند پيرن" سان اچ،
"لب مصرعن" سان مرڪ ته مان چپڙن جا جهول جهليان،
جذبن جي گهنگهرن جي پايل تون ڇمڪائيندي نچ،
او گيت محل جي راڻي مون وٽ "بند پيرن" سان اچ.

☆☆☆

رج رات ۾ برندو تڏهين، سچ جو ڪوئي مچ،
اچ آلاپن جي ورلاپن ۾ توسان سور سليان،
او گيت محل جي راڻي مون وٽ "بند پيرن" سان اچ،
"لب مصرعن" سان مرڪ ته مان چپڙن جا جهول جهليان.

ڪي ماڻهو شاعريءَ کي مسيحائي ٿا سڏين ته ڪي وري ڪفر ٿا ڪوٺين، ان حوالي سان اسلام ۾ هڪڙي حد مقرر ٿيل آهي، جيڪا شاعري اخلاقيات جي دائري ۾ آهي اها ڪفر هرگز به ڪوٺهي پر اها روح جي غذا بڻجي سگهي ٿي. شاعري عربي هجي، فارسي هجي يا سنڌي

---

تو ته جيو هو...

هجي يا وري ڪٿي انگريزي، روسي، چيني، فرينچ، جپاني، بنگالي توڙي ڪشميري هر ٻوليءَ جي شعر سخن ۾ اخلاقيات کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ اهو شعر ٻولي توڙي ملڪي سرحدن جي حدبندين کي اورانگهي آزاد ڪبوترن جيان اڏامندو بنا مت ڀيد جي سڀني سخنوي آزادي جي متوالي دلين مٿان پرڙا ڦهلائيندو رهي ٿو. شاعريءَ جي تاريخ کي کولي ڦولي ڏسنداسين ته هند توڙي يونان جي تاريخي آثارن مان لڌل ڦتبن کان علاوه ويد، گيتا ۽ بائيبل جهڙن مذهبي ڪتابن کي پرجهڻ سان اهو ئي پتو پوندو ته هر دور ۾ اتان جو معاشرو تنقيد لائق ضرور رهيو آهي ۽ هر اهڙي معاشري سان هر دور ۾ شاعرن بغاوت ڪئي آهي ۽ بنا رک رکاءَ جي مٿس تنقيد ڪئي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ معاشري جي ڪرتائن ڌرتائن هر ممڪن ڪوشش ڪري انهن شاعرن مٿان اخلاقيات کان ڪريل ۽ مذهبي عقيدن کان ڦريل هجڻ واريون الزام تراشيون پئي مڙهيون آهن. اهڙيون الزام تراشيون پنهنجي پنهنجي دور ۾ رومي، عطار، سعدي، حافظ، جامي، سچل، غالب، اقبال ۽ اياز مٿان به مڙهيون رهيون آهن پر وقت ثابت ڪيو آهي ته اهي محض الزام ئي هئا جيڪي ڪوڙا ثابت ٿيا. جيتوڻيڪ ظفر عباسي اهڙين فتوائن کان پاڻ کي محفوظ رکرايو آهي پر پوءِ به هو پنهنجي فرض کان غافل ناهي، هن سماجي ناانصافي کي به وائکو ڪيو آهي ته ستل قوم کي جاڳائڻ جا آلاپ به آلاپيا آهن.

دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٿو ٽمي پيو؟
ويجهو ٿي ڏسو ته ڪهڙي ڏيهه سان ٿيو ڏاڍ آ؟
مغرور جي اڳيان هتي مجبور ڇو نمي پيو؟
دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٿو ٽمي پيو؟

☆☆☆

انسان کي ٿيو آهه ڇا؟ سڪن کي ڇو چمي پيو،
ڇا ڏات، سچ، سنڌ ۽ انسانيت مري ويا؟
دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٿو ٽمي پيو؟
ويجهو ٿي ڏسو ته ڪهڙي ڏيهه سان ٿيو ڏاڍ آ؟

ظفر عباسيءَ کي جتي سنڌ جو اونو آهي اتي هو دنيا جي به ڳڻتي رکي ٿو ڇو جو هو انسانيت واري دل جو ڌڻي آهي. هن جي من ۾ پيار پليو آهي ۽ پيار پلي رهيو آهي. جڏهن ذڪر پيار جو نڪتو آهي ته

ظفر عباسي جي شاعريءَ ۾ پيار جا بہ نيارا رنگ نظر اچن ٿا. انهن رنگن ۾ سندس انداز بيان، استعارا ۽ تشبيهون بہ منفرد آهن. اهڙا مثال سندس هنن ترائيلن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن ۾ وڇوڙي جو درد ۽ ملڻ جون امنگون ۽ خوشيءَ جا رنگ بہ آهن.

بانهون ڦهلائي آءُ تہ بيئي هڪ وجون ٿي،
چپ چپن سان ملائي هڪ ٿي ڪٿمنڙو چوسيون.

☆☆☆

آشائون هي بادل بڻجي، جند اڱڻ تي برسيون،
جذبا من جي نوٿ زمين تي ايريا ڪنيين وانگيان.

☆☆☆

جاني هاڻي منهنجي آڏو، لڙڪ نہ لاڙيندو ڪر،
منهنجا تو لئہ گل گلابي! بڻيا چپ رومال.

☆☆☆

جاني مون ڪلهہ رات ڏٺو هو هڪڙو پيارو خواب،
رت ۾ ريٽا بيئي پو پي رسيا هٺاسين ماڳ.

ظفر عباسي جي شاعريءَ جي رنگن ۾ رڳو ڪي چار رنگ ناهن، پر منجهس تن ئي رنگن جا گهاٽا ڇٽا توڙي هلڪڙا رنگ بہ الڳ الڳ موجود آهن، جن ڪي هر ڪا دل ضرور پسند ڪندي ڇو جو هر دل جو پسند جو رنگ الڳ آهي ۽ هتي اهي سيئي رنگ موجود آهن، ان لاءِ اهو هرگز نٿو چئي سگهجي تہ ظفر عباسيءَ جي شاعري رڳو گذريل وقت ۽ هن وقت جي شاعري آهي ۽ اها رڳو اسان لاءِ آهي پر درست اهو ٿيندو تہ سندس شاعري ڪلهہ، اڄ ۽ سڀاڻي جي شاعري آهي، جيڪا اسان توڙي اسان جي ايندڙ نسل لاءِ آهي. سندس شاعري ڪيتري سني ۽ پختي آهي ان لاءِ منهنجي لفظن جي اقرار يا انڪار جي هن شاعريءَ ڪي ضرورت ناهي ڇو جو سني تخليق ۽ سنو تخليقڪار هر انڪار ۽ مخالفت جي باجود بہ پنهنجي مڃتا مڃائي وٺندو آهي.

**وشال امير/حيدرآباد**

# ميڄنا

بن آگرين ۾ قيد هڪ سگريٽ
لائٽر ۽ پاڪيٽ ٽيبل تي
ڪش هڪڙو هڻي آهستي
دونهون آزاد ڇڏي ڪمري ۾
دونهي جي دائري ۾ گم سم هو
سوچ ڪيڏيءَ ۾ بدل آهي
الائي ڪنهن کي پيو هو چاهي؟
محل سپنن جا تو جنهن لئه ناهي
ڪوئي هن ڪان به ويو رسي آهي
ياڳ يا ماڳ الائي چاهي؟
لڳي تو رات پر هو جاڳيو آ.
ديس پنهنجي جو ڪوئي ياڳيو آ!
هن جي پنهنجي نه ڪائي خواهش آ.
پنهنجو هر خواب هن تياڳيو آ!
ديس جي لاءِ وينو لوچي تو
۽ ڌرتي ڌڻين جي لئه سوچي تو
اڄ جو دودو ڇو ستل آهي؟
ڪوڙهه ۾ ذهن هي ورتل آهي
ڪاڏي بيجل هليو ويو آهي؟
ڪير هائي تهڙي سُر ۾ ڳائي؟
پاڻ بيجل ٿيڻ تو چاهي هُو
پاڻ منصور ٿيڻ تو چاهي هُو
پاڻ تو دودو-دولهه ٿيڻ چاهي
۽ هن دور جا سوين هيمون
چاهي تو چيخ ساڻ جاڳائي
ڪش هڪڙو هڻي هو آهستي

تو نه جيو هو...

دونهون آزاد ڇڏي ڪمري ۾
دونهين جي دائري ۾ گم سم هُو
سوچ ڪيڏيءَ ۾ بدل آهي!
پنهنجي ارادي ۾ اٽل آهي
توڙي جو ڪيترا ڏنا تئين غم
۽ مسافتن جي هجر ۾ هلندي
توڙي جو ٿورڙو ٿڪل آهي
پوءِ به مضبوط ڇڻ جبل آهي
سوچ ڪيڏيءَ ۾ بدل آهي
دونهين جي دائري ۾ گم سم هُو
سوچجي جي تہ جيون گهاٽو آ
پر منهنجو ياءُ هيءُ سياٽو آ
۽ ڏاڍو ساهہ جو سيباٽو آ
پنهنجي مومل جو جيڪو راٺو آ
دعا آ، هن لئہ شل سک ڏسي
ڪڏهن نہ ڪائي خوشي هن کان رسي
۽ هن جي ڪوتائن جو تاج محل
مائي بہ تاج محل جيان مچتا.

سليم سحر

# آئيڊيل ليکڪ، آئيڊيل ماڻهو

جيون جي هن سفر ۾ ڪي انسان اهڙا تين ٿا، جيڪي پنهنجي ذات ۾ انجمن ٿين ٿا، اڪيڊمي /ادارا ٿين ٿا، سندن وجود تاريخ جو هڪ اڻ مٽ باب بڻجي وڃي ٿو. اهڙو املهه ماڻڪ ماڻهو، ڊاڪٽر ظفر عباسي به آهي. سندس ذات جا ڪيترائي رنگ آهن، هي ليکڪ علم، ادب، محبت، محنت، شفقت، همٿ رکندڙ انسان آهي، زنده دل پيار ڪندڙ ماڻهو آهي، هن ليکڪ کي مڪمل ادارو چئي سگهجي ٿو، جنهن وٽان ڪيترائي ليکڪ، ليکڪائون، علم پرائي رهيون آهن، هو هڪ گهاٽي ڇانوَ مثل آهي، هن شخص ۾ مون کي سدائين خوبيون ۽ خصلتون ڏسڻ ۾ آيون آهن، محبتن جي مشعل کي روشن رکندڙ نهايت نماڻو ماڻهو ۽ صابرين ماڻهو آهي، ائين ٿو لڳي هي انسان مرڪن جي مٽيءَ مان ناهيو ويو آهي، جنهن جي رنگن ۾ رت بدران چنچلتا رهندي آهي، جنهن جون اکيون مون کي مرڪندڙ ٻار جيان معصوم لڳنديون آهن. وڏن وڏن دعوي گيرن، لباڙ بازن، ڪرسين کي چنبڙيل ڇڙورن نما انسانن ۽ مفادپرست ليکڪن کان، هي پنهنجيءَ ۾ پورو انسان، مون کي ڏاڍو وڻندو آهي، گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن کي رنج نه ڏنو پهچائي، ڪنهن کي ڏک نه ڪو نه ڏئي، خوشيون ورهائي ٿو، هر ڪنهن جو ڏک ٻڌي ٿو ۽ ان جو حل ڳولي ٿو.

هن دنيا ۾ خوشين ورهائڻ وارا انسان ڏاڍا گهٽ آهن پر اڄان به ظفر جهڙا انسان موجود آهن. هي ليکڪ مون کي سينواريل تلاءَ ۾ ان ڪنول جيان لڳندو آهي، جيڪو هر وقت پنهنجي سندرتا قائم رکيو اچي ٿو. من جو اجرو ڪوڙ ڪروڌ ۽ بدنيتيءَ کان ڏور رهي ٿو. سچ ته اهو آهي ته اهڙا انسان مشڪل سان جنم وٺندا آهن. جي هن دنيا ۾ جنم وٺندا به آهن ته ڏک انهن کان اڳ پهچي ويندا آهن، هونئن پرخلوص ۽ سچن انسانن کي ڏک گهڻا ملندا آهن. نندي هوندي کان ئي محنت ۽ پورهيو ڪندڙ اڄ وڏو ليکڪ آهي. ظفر عباسيءَ جي سڃاڻپ ادب آهي، ان کان علاوه صحافت ۽ ميڊيڪل جي شعبن ۾ به هو پنهنجون ذميواريون سٺي نموني سان نڀائي رهيو آهي، ذات جي آڪاش تي سوچ جا پکي اڏاريندڙ ظفر

شاعريءَ کان علاوه ناول، ڪهاڻيون، ڊراما، ريسرچ اوريئنٽيڊ آرٽيڪل، اسٽوريز، فيچر، رپورٽس، سروي، انٽرويو، ريڊيو تي فيچر ڪالم، اخباري ايڊيٽر، مزاحيہ تحريرون، ٻارن لاءِ ڪهاڻيون مطلب تہ هن مشڪل ۾ مشڪل صنف تي لکڻ کان ڪين ڪيٻايو آهي، هي ليکڪ ڪم کي عبادت سمجهي ڪري ٿو، ذهن جي آڪاش تي ذات جا پکي گهر ڪري اچي ويهي رهندا تہ تخليقڪار کي ازخود قلم هٿ ۾ کڻي ويندو آهي، هن ليکڪ جي لکڻين ۾ راتين جا اوجاڳا، من اندر جي پيڙا، دنيا طرفان مليل گهاوَ شامل آهن. هي ليکڪ جيون کي جدوجهد جو نالو ڏئي ٿو، ايڏو سگهارو تخليقڪار، هر صنف ۾ پاڻ مڃائيندڙ هي ليکڪ پوءِ بہ پاڻ کي بلڪل ننڍو ٿو سمجهي، اها ئي ان جي سٺائي مون کي ڏاڍي پسند آهي. سنڌي ادب کي ڪيئي تخليقي، ترجمو توڙي ترتيب جي حوالي سان ڪتاب ڏيندڙ هي ليکڪ ڪيترين پوڄنائن مان گذريو آهي، اٿانگين واٽن تي هليو آهي، مسلسل پنڌ ڪرڻ وارو ليکڪ آهي، ڇا هي ڪڏهن ٿڪو ناهي؟ نہ! هو پنهنجين اڻپورين اميدن، آسن کي ڪو نہ ڪو روپ ڏئي پيش ڪندو پيو اچي، ظفر نہ رڳو سنڌيءَ ۾ لکيو پر اردو ۾ بہ بهتر شاعري ڪئي آهي، ٻين ليکڪن جي پيٽ ۾ ڏاڍي حساس ۽ نرم دل رکندڙ ظفر ماڻهن جي ميڙ ۾ ويهڻ کان سخت گهٻرائيندڙ آهي، هو اڪيلائي پسند انسان آهي، هو سٺي ليکڪ سان گڏ ايم بي بي ايس ڊاڪٽر آهي، ان حوالي سان پنهنجي قوم جي خدمت بہ ڪري رهيو آهي، هي ليکڪ ٻارنهن سالن تائين استادي پيشي سان بہ لاڳاپيل رهي چڪو آهي. ڏکن کي سيني سان لائي مرڪندڙ ليکڪ چوي ٿو تہ ”ڏک تہ دائمي آهن، خوشيون تہ بي وفا محبوبائن وانگر آهن، پوءِ ڇو انهن پويان ڊڪون ۽ ڊوڙون؟ جيڪو ملي صبر ڪجي. اها ئي هڪڙي زندگي ملي آهي پوءِ ڇو دردن تي ڳوڙها ڳاڙيون همت ۽ حوصلي کان ڪم وٺڻ گهرجي.“ تڏهن ئي تہ مون اڳ ۾ ئي لکيو آهي تہ هن جي لکيل سٽن ۾ پيار، پاٻوهہ، سڪ ۽ سچائي سمويل هوندي آهي، هن ليکڪ وٽ مطالعو بہ آهي، مشاهدو بہ آهي، هر هڪ لفظ موتيءَ جي مالها وانگر پوئيل هوندو اٿس، هن ليکڪ جي لکڻين ۾ پيار، پريت، پيڙا کان ويندي اوجاڳن، انتظارن، اڌمن، الڪن، اوسيئڙن جو داستان پڙهڻ لاءِ ملندو، سچ پڇو تہ هن ليکڪ جي

---

لکڻي هر زنده دل کي پنهنجي دل جو آواز لڳندي آهي. سندس کي ڪي ڏڪدائڪ لکڻيون پڙهي اکين مان اڻ مندائتو مينهن وسي پوندو آهي. ظفر جهڙا سچا سادا ماڻهو مون گهٽ ڏٺا آهن. هو خاموش رهندڙ. گهٽ ڳالهائيندڙ ۽ ڪتابن جي دنيا ۾ گم رهڻ وارو انسان آهي، اهو ئي سبب آهي جو ان جي شهرت ۽ عزت ڏسي ڪيترائي ماڻهو هن سان حسد ڪن ٿا. ظفر ان جي پرواهه نه ڪندي، اڳتي وڌندو رهي ٿو. پوئتي ڪنڌ ورائي نٿو ڏسي ته ڪير هن لاءِ ڇا ٿو ڳالهائي؟ ڇا ٿو سوچي؟ بس پنهنجي منزل طرف وڌندو رهي ٿو.

پنهنجي پڀرئين پيار کي نه وساريندڙ هي ليکڪ ماضيءَ جا ورق اٿلائيندي روئي پوي ٿو. ائين ٿو لڳي هن ليکڪ کي ڪيئي پوڳنائون مليون آهن. ايڏي نراسائي من اندر هوندي به پڙهندڙن لاءِ نئون اتساهه پيدا ڪندو رهيو آهي، هن ڪڏهن به پڙهندڙن کي مايوسيءَ جي ڪن ۾ اڇلائڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي. پنهنجي ڏکن، دردن ۽ پوڳنائن کي سگريٽ جي دونهين ۾ ڦوڪ ڏئي اڏائي ڇڏيندو آهي. ايڏن ڏکن هوندي به هن محنت ڪئي، جهد ڪيو، اڳتي وڌي ڪجهه بڻجي ڏيکاريائين.

ظفر جنهن به صنف تي لکيو آهي، ان سان خوب نڀايو آهي، هر لکڻي پراثر، معنيٰ خيز، دل ۾ لهي ويندڙ هوندي اٿس. ظفر جي محنت، عظمت ۽ دولت صرف ۽ صرف ڪتاب آهن. ڪتابن سان جنونيت جي حد تائين پيار ڪري ٿو. ظفر کي ادبي رجحان جو سرواڻ سڏجي ته ان ۾ ذرو به وڌاءُ نه ٿيندو. هو تمام حساس طبيعت رکندڙ نازڪ مزاج هر ڪنهن سان محبتون ڪرڻ وارو، سڀ جي عزت ڪرڻ وارو انسان آهي، هي ليکڪ ان سج جيان آهي، جيڪو پنهنجي ذات سان سارو جڳ روشن ڪري ٿو. هن جي من ۾ علم جو درياءُ بلڪل خاموشيءَ سان وهندو آهي، جنهن ۾ هلڪڙين ڇولين جون سرگوشيون هونديون آهن. ايڏو وڏو ماڻهو هوندي به ڏاڍو سادو سباجهو انسان آهي، هن ليکڪ وٽ علم، ادب، خلوص، پيار، انسانيت جي اعليٰ گڻن جا انبار آهن. ادبي دنيا ۾ پرخلوص انسان ڏاڍا گهٽ آهن. بلڪ نه هجڻ جي برابر. پر ظفر جهڙا فراخدل، پرخلوص، سچا، وفادار ماڻهو اڃان به آهن، جيڪي ادب سان نڀائين پيا. هن ليکڪ جي ٻي خوبي مون کي اها وڻندي آهي

ٿو نه ڇيو هو...

نہ هو منافقيءَ کان نفرت ڪري ٿو. اهڙن منافق ماڻهن کي پر ۾ ويهارڻ بہ گناهہ سمجهي ٿو. محبتن جي معاملي ۾ ڏاڍو سچو ماڻهو آهي، جنهن سان بہ محبت ڪندو آخر تائين پيو نڀائيندو. ڀلي ڪيترين مشڪلاتن سان منهن ڇو نہ ڏيڻو پويس. هي انسان محبتن جي معاملي ۾ ڏاڍو لڪي بہ رهيو آهي. هر ڪنهن وٽان ڏاڍيون محبتون مليون اٿس.

جيون جي اڻانگي سفر ۾ اسان کي ٻن قسمن جا ماڻهو ملندا هڪڙا آهي جيڪي واڪا ڪري ٻڌائيندا اسان توهان جا آهيون. سڏ ڪري ڪري پنهنجي هجڻ جو احساس ڏياريندا آهن ۽ ٻيا اهي هوندا آهن جيڪي اسان جا نہ هوندا آهن، پوءِ بہ پنهنجا لڳندا آهن. اهي پاڻ هڪ سڏ هوندا آهن. اهڙا انسان دل دماغ ۾ جلدي جاءِ جوڙي وٺندا آهن. ظفر بہ اهڙن پيارن انسانن مان هڪ آهي. سڀ پڙهندڙ، لکندڙ ان سان پيار ڪن ٿا. اهڙو پيار ڪن ٿا جيڪو ڪنهن عنوان/ليبل جو محتاج نہ آهي. دل جي گهراين ۾ چاهتون رکندڙ ظفر ڪڏهن بہ ڪنهن سان نفرت جو اظهار ناهي ڪيو. سندس لکڻيون (شاعري، ڪهاڻيون) هن جي اندر واري انسان جي ضمانت ڏين ٿيون. هن شاعر جيڪو ڪجهہ پرکيو آهي، اهو ئي لکيو آهي. ڪڏهن نظم جي روپ ۾ تہ ڪڏهن نثر جي روپ ۾. ظفر ادبي ڪيتر ۾ ڪڏهن بہ ڪا هام نہ هڻئي تہ هو ڪو وڏو اديب آهي، نہ ڪو پاڻ کي ڪجهہ سمجهي ٿو. هي ليکڪ تہ نياز نوڙت ڪرڻ ڄاڻي ٿو. اها بہ تہ وڏي خوبي اٿس. فڪر معاش جي مسافريءَ ڪانپوءِ هو پنهنجي اندر جي احتجاج کي لفظن جو روپ ڏئي ڪاغذ تي سجائيندو آهي. اندر جي دردن ۽ احساسن کي صفحن تي اتاري ڇا هو دردن، احساسن ۾ ڪمي محسوس ڪندو آهي؟ شايد ائين هجي بہ!

جڏهن انسان ڏاڍو مايوس ٿي ويندو آهي، دنيا تنگ ٿيڻ لڳندي آهي، مايوسين کان بچڻ لاءِ ڪتابن ۾ ئي پناهون وٺبيون آهن، سچ تہ اهو آهي ڪلا جو سندر روپ رکندڙ هي ليکڪ سوچ نگر ۾ پريت جا اهڙا تہ عڪس اوتي ٿو جو من اندر ۾ نوان رنگ اڀري اچن ٿا، دل خوشيءَ مان جهومڻ لڳي ٿي، هر وقت ڏات جي ديوي مٿس مهربان رهي ٿي، خوشين ۽ ڏکن سان ڀريل گيت، غزل، نظم، وايون، پڙهندڙن تائين پهچائيندو رهيو آهي.

هڪ سوال مان بہ هن کان ڪرڻ چاهيان ٿي، جنهن انسان کي

شاعري ڇڏئي سال ٿي ويا اوڇتو ئي اوچتو سندس شاعري ڇڏئي ڪيترن ئي رسالن ۾ پڙهڻ لاءِ ملي وئي. انهيءَ شاعري پويان لڪل وري ڪو نئون غم آهي يا ڪا اهڙي خوشي جا اوچتو ئي اوچتو ملي اٿس؟

بهرحال اها هڪ حقيقت آهي ته ظفر جهڙا انسان ڏاڍا گهٽ آهن، جنهن جا ويچار من کي موهي ٿا وجهن. ڏات جي ڏياٽيءَ سان، سچي جذبي سان هو روح روشن ڪري ٿو. سندس شاعري نٽهڻ جهڙي جيون ۾ چڻ ڪو ڇانورو هجي، سندس هر لفظ پيار جي روپ جيان وٽندڙ آهي. هر هڪ سٽ ۾ دل کي آٿتون ڏيندڙ لفظ هوندا اٿس. هر لڪٽي ڇامشوري جي هوائن جهڙي ۽ پرينءِ جي سار جهڙي لڳندي آهي. مان مڃان ٿي انسان خطائن جو گهر آهي هن جون به ڪي خطائون، ڪي ڪوتاهيون هونديون! ظفر محبت کي، پنهنجو پاڻ کي سمجهڻ ۽ ڏک کي ماڻهوءَ کي ماٺيپي ۾ رکڻ جو دارون دوا ڇوي ٿو. پسند جي شادي ڪندڙ هي ٽن خوبصورت پٽڙن جو پيءُ آهي، هي ليکڪ انهن ئي انسانن کي ياد رکندو آهي، جيڪي ان کي ياد رکندا آهن، محبتون ڏيندا آهن. جدائيءَ کي روحاني رمزون سمجهڻ جي مشق ڇوندڙ هن ليکڪ کي ڪاوڙ انهن ماڻهن تي ايندي آهي، جيڪي ڪنهن کي بيوقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ڪنهن سان ناانصافي ڪندا آهن، من ۾ بين لاءِ نفرت رکندا آهن، يا هڪڙا اهي جيڪي من ۾ هڪڙا ٻاهر ۾ ٻيا هوندا آهن. هن ليکڪ کي ڪتابن ۾ تخليقي، ريسرچ اورينٽيڊ ۽ فڪري ڪتاب وڻندا آهن. ڪهاڻيڪارن ۾ امر جليل ۽ موهن ڪلپنا کي پسند ڪندڙ هي ليکڪ پنهنجي ديس کان ٻئي ڪنهن ديس کي ڪو نه ڀانئي. هن ليکڪ کي مون ڪڏهن ڏٺو ناهي نه ئي مون سان ڪا ڳالهه ٻولهه ٿي هيءُ به ٻين ليکڪن کان وڌ سٺو ۽ پنهنجو لڳندو آهي، مان يقين سان چوان ٿي ته سنڌ جي ادبي روايتن ۾ محبت جي تاريخ لکي ويندي ته ظفر جو نانءُ سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو. شال هي ليکڪ اڃا شهرت جي بلندين تائين پهچي ۽ مڃتا ماڻي. اسان جون دعائون ۽ محبتون هن سان گڏ آهن.

**نسرين سيد**

# ليڪڪ: فن ۽ شخصيت

## (تاثر- رايا ۽ ويچار)

## عاشق... دل ڦينڪ... شاعر...

ظفر عباسيءَ جي شاعريءَ تي نظر پيم ته اوچتو هن يار جي حوالي سان گهڻو.. گهڻو... گهڻو اڳ وارو زمانو اکين جي اڳيان تري آيو... جڏهن اسان ٻئي ڇوڪرا هئاسين (ڇوڪرا، گند جا ٽوڪرا) ۽ ڪنڊياري ۾ پهريون پيرو هڪ ٻئي سان مليا هئاسين، شايد ڪنهن ڪتاب جي مهورت واري ڪا گڏجاڻي هئي. انور هالائي (جنهن جي مخدوم نوح واري قبرستان هالا ۾ ڪچي قبر، هن وقت به لڙڪن وانگر، نگاهن ۾ پئي ڦريم) سوز هالائي، (افسوس! هن پياري جون روشن روشن اکيون هاڻي، هن سان باقاعده دوکو پيون ڪن) عرفان مهدي (۽ سنڌ ۾ هاڻي هن جهڙا سهڻا جوان ڪٿي رهيا آهن) ۽ انهن پيارن پيارن انسانن سان... عزيزم ظفر عباسيءَ کي اتي ڪنڊياري ۾ ملندي ۽ مستيون ڪندي ڏٺو هئم... ۽ بس اهو سنهڙو سيپڪڙو ۽ شاخ نبات! جهڙو ظفر. ڏسندي ئي ڏسندي... جوان ٿيو. انٽر پاس ڪيائين ۽ ڊاڪٽري پڙهڻ لڳو. هڪ ڏينهن اوچتو ڏٺومانس. هٿ ۾ ميڊيڪل جا ڳرا ڳرا ڪتاب.. اڃو ايپران ڪلهن ۾... ۽ اڙي هان! هي ڇا؟! پن جي ٻيڙي ڇڪڻ تي ۽ اک ڇنڀ ۾ سال گذري ويا... خ ـ پئي... ظفر عباسي ڊاڪٽر به ٿي ويو آهي پر ڪلينڪ بدران پبلشنگ هائوس کوليو ويٺو آهي ۽ دي مار... دي مار... شاعرائن ۽ ليڪڪائن جا ڪتاب وجي پيو شايع ڪرائيندو...

عاشق ۽ دل ڦينڪ ته هُو اڳ ئي هو.. مٿان اطلاع پهتو ته شاعر ٿي پيو آهي ۽ ظاهر آهي.. هن جي اندر ۾ هڪڙو شاعر هو ضرور لڪل... جيڪو لڳي پيو ته هاڻي نڪري باقاعده ظاهر ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي (۽ پلا جي هو فطرتن شاعر نه هجي ها ته هي هيترا ۽ پيارا پيارا شعر، ڪٿان لکي سگهي ها؟)

سندس هي ڪجهه سٽون ته ڏاڍيون وڻندڙ سٽون آهن ۽ ٻڌائين پيون ته... هائو ٻيلي... شاعر ۾ ڪٺا آهن ۽ جي مشق ڪندو رهيو ته نالو ڪڍندو.

**نصير مرزا (حيدرآباد)**

---

## شاعريءَ جي باغ جو خوبصورت گل

چونڊا آهن تہ عمر جي وڌڻ سان گڏ ماڻهوءَ جا جذبا بہ ٿڌا ٿي ويندا آهن. ظفر سان مون جوين جون ڪيتريون ئي شامون گڏ گذاريون آهن، اسان هڪ ٻئي جي زندگيءَ ڪي ويجهڙائيءَ کان ڏٺو آهي، هڪڙو دور هو جڏهن شاعريءَ واري ميدان ۾ ظفر ڏاڍو تکو هليو. پوءِ ڪيترو ئي عرصو خاموشي ڇانئجي وئي، شايد ان پنيان پڙهڻ، پوءِ غم روزگار سميت ڪي سبب هئا. جن ظفر جي شاعرانہ پنڌ اڳيان بند ٻڌي ڇڏيو. هاڻي جڏهن ظفر اهو اڌ ۾ ڇڏيل پنڌ ٻيهر شروع ڪيو آهي تہ مون کي سچ پچ ڏاڍي خوشي ٿي آهي. سندس هيءَ شاعري پڙهي مون کي هو اڳ کان بہ اڳرو محسوس ٿيو آهي، سندس شاعريءَ ۾ اهي فني توڙي فڪري سموريون خوبيون موجود آهن، جيڪي هڪ سٺي شاعر ۾ هجڻ گهرجن. سندس شاعريءَ ۾ هڪڙي نواڻ آهي، هڪڙو مقصد آهي، مون سميت يقينن سٺي شاعري پڙهڻ جو شوق رکندڙ هر ماڻهو ظفر عباسيءَ جي شاعرانہ دنيا ۾ ٻيهر واپسيءَ تي خوش ٿيندو ڇو تہ هو شاعريءَ جي باغ جو هڪ خوبصورت گل آهي.

**مرتضيٰ سيال**

## اجرن احساسن جو شاعر

هر ماڻهو پنهنجي جذبن جي اظهار ۽ پنهنجا خيال، نظريا، تجربا ۽ سوچون ٻين ڏانهن منتقل ڪرڻ لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن خاص شئي ڪي ذريعو بڻائيندو آهي. بلڪل ائين جيئن مصور تصوير، موسيقار مڌر ڌنن ۽ راڳي پنهنجي گيتن ذريعي پنهنجا احساس ٻين تائين پهچائي ٿو. ساڳي طرح هڪ شاعر پڻ پنهنجي شعرن ذريعي ڏک، سک، پوڳنائون ۽ پيڙائون ٻين سان اوري ٿو. ظفر عباسي بہ شاعريءَ ذريعي ڏک اوريندڙ قافلي جو پانڌيئڙو آهي. ظفر هوندي تہ ادبي حوالي سان گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي، هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار بہ آهي تہ ڪوي بہ، پبلشر بہ آهي تہ ايڊيٽر بہ. سندس اڻ ڇهيل خيالن ۽ اجرن احساسن تي مبني ڪوتائون پڙهي اهو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي ويو آهي تہ هو سٺو شاعر آهي يا ڪهاڻيڪار. بهرحال اهو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي تہ هو سندس ڪهڙي روپ ۾ وڌيڪ پسند ڪن ٿا. سندس داخلي ۽ خارجي احساسن جو حسين سنگم هي پوپٽ جي پرن جهڙا نازڪ ۽ انڊلٺي رنگن جهڙا پرڪشش ۽ وڻندڙ شعر پڙهڻ ڪانپوءِ اسان کي پنهنجي جذبن جي ترجماني ٿا لڳن. دعا آهي تہ هي محبتن سان سرشار دلين جو ترجمان شاعر اڃان بہ وڌيڪ سگهارا ماڻي ۽ سندس قلم اسان لاءِ آئنده جهڙا گيت سرجيندو رهي.

**وفا مولا بخش قمبراڻي**

# سنو انسان پيارو مائهو

ڪتي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هيم ته هر ڪنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ هڪ شاعر موجود هوندو آ، پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ جي دل جو شاعر اگهور ننڊ ۾ هوندو آ ته ڪنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ وينل شاعر ڪر موڙي جاڳي اٿندو آ ۽ خارجي يا اندروني حالتون ان شاعر جي زبان بڻجي اندر جي آواز جو روپ وٺي ڪاغذ تي جنم وٺنديون آهن. هونئن به جڏهن خوابن ڪي، خواهشن ڪي، احساسن ڪي، سوچن ڪي پوپٽ جيان پر لڳندا آهن ته من اندر مان هڪ آواز مور وانگر ٽهوڪا ڏئي نڪرندو آ ۽ جڏهن اهو ڪاغذ تي اوتبو آ ته شاعريءَ جو روپ وٺندو آ. شاعري قدرتي ڏات آ... هڪ الهام آ، ڪڏهن ڪڏهن اها ڏات مهينن جا مهينا رٺل رهندي آ، ڪڏهن ڪڏهن اها ڏات سانوڻ جي برسات وانگر برسندي آ. اسان جي هيءَ سنڌ ڌرتي ڪيترن ئي سهڻن سيبتن شاعرن کي جنم ڏنو آ، جيڪي اسان جي سڃاڻ آهن، انهن شاعرن ۾ ڊاڪٽر ظفر عباسي به هڪ نانءُ آ. مان ڊاڪٽر ظفر کي گهڻي وقت کان ته ڪو نه سڃاڻان پر چند مهينن کان هن کي ضرور سڃاڻڻ لڳي آهيان. ڊاڪٽر ظفر جي شاعري، ان جي شخصيت جيان تمام گهڻي پرڪشش ۽ پروقار آ. هو جيترو پاڻ سنو انسان ۽ پيارو ماڻهو آ، اوترو ئي هن جي شاعري سٺي ۽ بين کان منفرد آ. هن جي شاعري قدرت جو شاهڪار ۽ سنڌ واسين لاءِ جيئڻ جو جياپو آ. هن جي سٽ سٽ ۾ هن جي اکر اکر ۾ ايڏو ته جادو آ، ايڏي ته ڪشش هوندي آ جو بيو انسان پڙهڻ بغير رهي ناهي سگهندو. ڊاڪٽر ظفر جي شاعريءَ ۾ زندگيءَ جا سمورا رنگ چٽا ۽ نمايان نظر اچن ٿا. هو جيترو پاڻ شوخ ۽ چنچل آ اوترو ئي هن جي شاعري شوخ ۽ چنچل آ. هن جي شاعري معصوم دلين جو آواز ۽ درد وندن جي صدا آ، هو جڏهن پنهنجا جذبا ڪاغذ تي اوتي ان کي اظهار جو ويس پهرائي ٿو ته ائين لڳندو آ چڻ ڪائنات جو سمورو حسن هن جي شاعريءَ ۾ سمائجي ويو هجي. ڊاڪٽر ظفر جي شاعري پڙهڻ سان هڪ عجيب سڪون ملي ٿو. جيڪو هر وقت دل کي مهڪائيندو رهي ٿو. ڊاڪٽر ظفر جي شاعري گلابن جو هڳاءُ ۽ رابيل جي خوشبو آ ۽ مان ان کي وڏي شاعر چوڻ ۾ بلڪل به دير نه ڪنديس، ڇو ته هو واقعي هڪ وڏو شاعر ۽ هڪ وڏو ڪهاڻيڪار آ. ان ۾ اهي سموريون خوبيون موجود آهن جيڪي هڪ وڏي شاعر ۾ هئڻ کپن.

**ممڪ جوڳي** /10-10-2005

# ڪيفيتن جي شاعري

هر ماڻهوءَ جيان منهنجي جيون ۾ به پيار جو وڏو ڪردار رهيو آهي. مان سمجهان ٿو ته منهنجي سمورين سنين ڪارڪردگين جي پويان رومانس جو اهم رول آهي. امڙ جي اٿاهه پيار، محبوبا جي بي تحاشا پيار ۽ انيڪ دوستن جي عارضي پيار. مون کي ان لائق بڻايو جو اڄ تائين (منهنجي خيال ۾) مون تمام اهم ڪم سرانجام ڏنا آهن.

مون پنهنجي پريتم تي ناول لکڻ گهريو هو مگر اڄ تائين ان تي هڪ ڪهاڻي به نه لکي سگهيو آهيان. هن شاعريءَ مان گهڻي تڻي شاعري مون هُن کي آڏو رکي سرجي هئي. اها هئي به رڳو ان لاءِ پر جيئن هر ماڻهو مختلف ڪيفيتن مان گذرندو رهندو آهي آئون به انهن ڪيفيتن مان گذرندو رهيس ان ڪري شاعريءَ ۾ انهن ڪيفيتن جو اظهار به ضرور هوندو. هيءَ سموري شاعري مون ايل ايم سيءَ جي بوعلي سينا هاسٽل جي پنهنجي ڪمري نمبر 106 جي ڦاٽڪ ڏانهن کلندڙ دريءَ ۾ ويهي سرجي هئي، جيڪا هڪ ڊائريءَ تي اتاري مون "هُن" ڏانهن موڪلي، مون سمجهيو ته منهنجو ڪم پورو ٿي ويو، جنهن لاءِ شئي تخليق ٿي ان ڏانهن هلي وئي، بس! پر دوستن چيو ته ائين ناهي شاعري ماڻهن جي آڏو به اچڻ گهرجي. پوءِ ان شاعريءَ جي چونڊ جا مرحلا آيا. تاج جويو کي مهاڳ لاءِ شاعري ڏيندي اهو حق ڏنو ويو ته جيڪا شاعري توکي نه وڻي سا ڦاڙي ڇڏجان، وسيم سومرو کي به ائين ئي چيو ويو. ڪتابڙا تيار ٿيڻ ڪانپوءِ ساهتي پبليڪيشن ڪنڊيارو (سنڌي ادبي سنگت ڪنڊيارو) جي سائيڪلو اسٽائيل اشاعتي سلسلي پاران ڇپائيءَ ڪانپوءِ 18 سالن پڄاڻان جڏهن ٻيهر اشاعت لاءِ هٿن ۾ آيا ته ان وقت جي دوستن کي مڪمل اختيار ڏنا ويا ته ڪنهن به حوالي سان ڪو به شعر "ناپسند" هجڻ جي صورت ۾ ڪڍي ڇڏيو وڃي. شاعريءَ ۾ اصلاح جي حوالي سان به آئون انهن مڙني دوستن جي راين ۽ مشورن لاءِ ٿورائتو آهيان.

مان سمجهان ٿو ته شاعري ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي ۽ اهو ڪل وقتي ڪم آهي. هن ۾ نه رڳو صنفن جا گهاڙيٽا سکڻا آهن پر صنفن جي ڪيفيتن ۽ گهرجن کي به آڏو رکڻو ٿو پوي، ان سان گڏوگڏ علم عروض يا ڇند وديا جي ڄاڻ به بنيادي شئي آهي پر آئون هتي اهو اعتراف ڪندو هلان ته مون پنهنجي سموري شاعريءَ ۾ رڌم کي ئي اڳيان رکيو آهي ان ڪري وزن بحر جون ڪيئي ڪوتون شاعريءَ ۾ محسوس ٿينديون، خاص ڪوٽ ته غزل جي حصي ۾ اڪثر غزلن جا مطلع هم قافيه نه هجڻ جي آهي پر مان سمجهان ٿو ته اصل ڳالهه انهن جي جذبن جي آهي، جن جي بنياد تي تخليقون جنم وٺن ٿيون.

مان سمجهان ٿو ته پڙهندڙن جو ساٿ، سهڪار ۽ پيار منهنجي اتساهه کي اڳاهون ڪري سگهي ٿو.

**ظفر عباسي** / 03-10-2005



هر گهڙيءَ جي پڇاڙي آهي تنهنجي در تي،
ڪٿي منهنجي اها ٿي ته منزل ناهي.

پنهنجو نانءُ لکندي لکجي ويو تنهنجو نالو،
ڇا اڃان پنهنجي خيالن ۾ رلمل ناهي!؟

شروع ڪان پڇاڙيءَ تائين، تنهنجوجنهن ۾،
ذڪر ناهي، اهڙو منهنجو ته ڪو غزل ناهي.

روز رساما، ڪاوڙ، جهڳڙا ۽ خفائپ،
اڃان ڇئين تي، پيار پنهنجو اٽل ناهي.

وڇوڙي پڇاڙان منهنجو نانءُ اڪيلو ۽ اداس،
سچ پڇين ته ظفر! تنهنجو نعم البدل ناهي.



پيار تنهنجو ٻـ منـي مون لـئـ ائين سهارو هو،
جيئن آسروند جهوليءَ ۾، ٻار ڪو اڌارو هو.

نيائي نـ سگهياسين صديون تـ ڇا سال ٻـي نـ،
پنهنجو پريم ٻـ جيڏي! ڪيڏو نـ نيارو هو.

لڙڪن سان يا رت سان، ڇا سان ڀرجي ويو پيالو؟
ڇا واقعي منهنجو گيت! ايڏو ڪو ڏکيارو هو!

چنڊ، نند ديويءَ جي رسامي جو، جي سبب پڇئي؟!
تـ چئي ڇڏجانءِ "نـ نـ ظفر! ءِ مون کي پيارو هو!"

ڪنهن کي نـ ٻڌائبو! بس دائريءَ ۾ لکي ڇڏبو،
هن ڪڏي ڇڏيو اڇلائي، دال ۾ جو ڪارو هو!



تون رسي وئينءَ تہ ڇا ٿي پيو،
تنهنجا سپنا تہ رنا ناهن.

درد ٽيپي ٽيپي، الائجي گهٽا،
سوراخ دل ۾ ڪري ڇڏيا هن.

حادثا حادثن کي جنم ڏين پيا،
ڏوهہ پنهنجا نہ تہ ڪنهن جاهن؟

آلو وهاڻو ۽ تنهنجا نيڻ ڀڳل،
لڙڪ ناهن جي ڀلا ڇا آهن؟

نہ نہ تنهنجو ڪوئي ڏوهہ نہ آ،
ڏوهہ بہ پنهنجا، درد بہ پنهنجاهن.

نہ بہ وئي سگهي آ جت ڇيو هو تو،
”ڇپ تنهنجا، تنهنجا نہ منهنجاهن.“

”پيءُ ماءُ جي اعتماد کي ڏنم دوکو“
اڃان ڇئين ٿي پيار ۾ پيا ڏار ناهن.

مون کي روئڻ نہ سونهندو هو،
پر اڄ هي لڙڪ نيٺ لڙي پياهن.

تو تہ ڇيو هو...



چهڪ ڏئي ۽ چاڪ چڪائي،
پوءِ پڇين ٿي چاڪ تہ آهين؟

سور سهڻ جي سهپ نہ اٿئي،
سهٽا سينو ڇو ٿو ساهين؟

لونءَ لونءَ لرزش ۾ لرزي ٿي،
لنئون لائڻ آسان ٿو ڀائين!

گٿونچ ۽ گلڙا منهنجا گيت،
گد گد ٿي گلدانَ سجائين.

دل جو درد تہ دکندو رهندو،
دل جو ديپ اجهاءِ نہ سائين.



تو بن جيون ڪاري رات،
ڪا تخليق بنان ڪنهن ذات.

هر ماڻهوءَ ۾ ريتو رت،
ڇا جا ويڇا ڇا جي ذات.

پيٽ بکئي ۾ بک جي ميوزڪ،
اجڙيل باغ ۾ ڪويل لات.



سڄو ڏينهن تون! بند ڪمري ۾ اداسيءَ جا گيت،
اجان به چئين ٿو جاني ته "اجان زنده آهيون."

تڏا ساهه! آهون! نڙي خشڪ ۾ هي چپ سڪل،
نه نه! ايڏو ڪٿي ٿا اسان هڪ ٻئي کي چاهيون!

تنهنجو منهنجو رشتو ائين ته ڪونهي ڪو،
جڻ شاديءَ ڏڻ تي ملي وڇڙيا آهيون.

اسان کان سواءِ اوهان ۾ اوهان کان سواءِ اسان،
اجان به پروسو ڪونهي ته ڪو جيئرا آهيون!



هڪ هڪ ٽي ڪپي ويندئي سپ ٽشو پيپر،
پنهنجي نيڻن مان مني! لڙڪ تہ اجهل ٽا وسن.

اسان جي ئي خاطر هي شهر، شهر وفا آهہ بڻيو،
اوهان ٽا چئو "بس هت هيءُ ئي بيوفا ٽا رهن."

درد سهڻ جي اجان بہ طاقت آ تنهن ڪري،
اسان کي آخري هڪ درد ۾ هڪڙو ڪپي ڪفن.

يا خدا زندگي جي ڏين تہ ڪو سهارو بہ تہ ڏي،
نہ تہ ايل ايم سيءَ کي ڊئڊ باڊيون ٽيون ڪپن.

جانيواڪر جي بوتل ۾ بہ بند ٽي نہ ٽا سگهجن،
منهنجا سپنا بہ ڪيڏا نہ رولاڪ ۾ آوارا هن.

ڪيترو بردباري ۾ پڪائيءَ کان ڪم ونبو،
تنهنجي ياد ايندي ئي ڳوڙها ڳڙي ٽا پون.



نيڻ تارن جا اولڙا ڏئي هي چنڊ مک!
مون کي رات سڄي ائين ڇو تڪيندو آ؟!

چوڏسا تي جذهن سانت راڄ ٿيندو آ،
سوچ ساٿي توڏانهن مون کي نيندو آ.

ها هڪ گيت جو مون هو، توتي لکيو،
تو ياد ايندي سو گيت ياد ايندو آ.

پوڄنائون بہ بيروزگاريءَ جان وڏن پيون،
ڇا اهو ئي رستو انقلاب ڏانهن ويندو آ؟!

خواب مان ڇرڪ ڀري مون کان منهنجي پٽ پڇيو،
"شهيدن جو بہ خون بابا سرخ ٿيندو آ؟"

روشني تہ روشنيءَ کي جنم ڏيندي آ پر،
ڪڏ انڌيرو بہ روشنيءَ کي جنم ڏيندو آ.



درد اهڙو جو نہ سهڻ جهڙو،
تنهنجو ملڻ بہ نہ ملڻ جهڙو.

اجان تہ جند جان ۾ رت ست هو،
اجان تہ هي ديپ هو جلڻ جهڙو.

جيون جيڏو گرم ۽ موت جهڙو سرد،
تنهنجو مئيءَ تحفو نہ آ وسرڻ جهڙو.

چنڊ آ بادل! اوڙهيو ۽ ستارا روئن،
سچ تہ سمو آ، تولاءِ لکڻ جهڙو.

بهارن جي وڇوڙن جو اهو آ احساس،
هونءَ تہ چهرو نہ آ روئڻ جهڙو.



فن نہ آ کا راند ٻاراٽي،
فن تہ آهي سمنڊ اجهاڳ.

مان تہ مسافر آهيان سائين،
بي گهر گهاٽ ٻنان ڪنهن ماڳ.

گهوڙا تي ويا هــن، انسان،
ماٺهو! ساڻ هلڻ تا واڳ.

سورج اپري ۽ الهي ٿو،
سهاڳ پويان آهہ ڏهاڳ.

مون لاءِ غربت آهہ اهائي،
تولئہ تيست، آ جو ساڳ.

ظفر! مئہ ڏئي، ٻڌجي ساقي،
کهڙو ٻيو پو گهرجي ياڳ.

ل

مٹ ڪدو آهي ڇو ويران،
اڄ وري ڪجهه پيئجي ۽ پيارجي.

هي جيون ناهي ڪو سپنو،
هت عزت سان جيئجي ۽ جيارجي.

حق نہ آهي ڀاڻهي ملندو ڪڏهن،
پر کسي ونجي، ڏجي ۽ ڏيارجي.

ويڙهہ ۾ ناهي ڪڏهن ڏيبي پٺي،
جنگ ۾ ير مرجي يا مارجي.

زهر تنهنجو ڪَوڪَ سمجهي،
وات ۾ اوتي اندر کي ٺارجي.



جيون تاڪ منجهند، جيون تڏڙي شام،
جيون تڙڪو وڻ جو، جيون چانگيل لام.

جيون ڏرندڙ ان ڪٺو، جيون جنڊ جا پڙ،
جيون جهونيءَ جاءِ جي، سريل پوري ڪام.

جيون منهنجي ماءُ جو، گهنجيل چڻ ڪي مک،
جيون اهڙو ئي مڏر، جهڙو تنهنجو نام.

جيون پينوءَ جو وٽو، جيون نانءُ ڏٺي،
جيون شاعر جو ذهن، جيون خيال ئي خام.

جيون ڪوئي ڪرڪٽو، جيون منجهل وار،
جيون ڪاڪ محل ڪو، جيون ڪائي سام.



ڏينهن ڪيڏو نہ پرائو! رات پنهنجي آ،
من منجهہ مهڪ! خوشبو ڪنهن جي آ!؟

درد دروازي تان اچي موٽي ويو،
ڪال بيل تہ نيڪ ناڪ منهنجي آ.

دل جون نظرون بہ هن پاڳل پاڳل،
هر تصوير، تصوير ڇڻ تنهنجي آ.

تو سوا ڇڻ تہ جستجو ڪان سواءِ،
زندگي جنهن جي بہ آهہ اَهنجي آ.

مسئلا تہ رهندا هن، نوعيت بدلبي آ،
حياتي ڪنهن جي بہ نہ سهنجي آ.



درد ملندو جي، دوستي رهندي،
جيءُ جلندو جي، زندگي رهندي.

نہ گھر ۾ ئي سڪون آ، نہ تنهنجي اکين ۾،
هاڻي چاهت ڇا بي دلي رهندي؟

آءُ ان ڳالهہ کي اڄ ۾ ئي ڇڏيون،
برقرار تڏهن تہ مئہ ڪشي رهندي.

تنهنجي اکين کي ڪنهن سان پيٽ ڏيان،
ڪليل آهن تہ روشني رهندي.

دنيا جي مظلوم ماڻهن جي هيءَ قوم،
ڌرتيءَ تي نيٺ جي رهندي.

منهنجي مرڪ تنهنجي نيڻن جا،
لڙڪ سيئي آخر پي رهندي.

موت ڇا مات ڪندو ماڻهوءَ کي؟
زندگي تہ دوست زندگي رهندي!



تنهنجي هڪڙي نيڻ نهار،
مون لئہ هڪڙو لولو آهہ.

ماڻهن ليکي درد نہ آ پر،
منهنجي ذهن ۾ رولو آهہ.

منهنجي ناڻ پلي ائين ڇڏ،
بي زر منهنجو گولو آهہ.

بي ضميريءَ ساڻ او سائين،
جيون گهارڻ سولو آهہ.

پنهنجو تيجي ساٿي پاڻ،
ڪو بہ نہ ڪنهن جو ڍولو آهہ.



راڳي تو ڇو راڳ هي ڳايو؟
آلاپن سان مون کي گهايو.

سوچين ها ڪجهہ سمجهين ها،
سازن منهنجو جيءُ جلايو.

مان تہ اڳي ئي هئس ڏکايل،
ڇڻنگ مان سرگم مچ مچايو.

تنهنجو ساز ٻڌي مون راڳي،
راءِ ڏياچ جان ڪنڌ ڪپايو.



هو جاڳي پيو ٿو،
جو آهي ڪنگهيو.

سنگ پڪل جيان ڇو،
منهنجو هٿ ڏڪيو؟

چنڊ هوندي ڇا ٿيو،
جي ڪو بلب ٻريو؟!

ڪوتا سرجڻ ڇريائي،
شاعر آهه ڇريو.

فائرنگ بند ڪيو،
سڏڪو ٻڌڻ ڏيو.

تارا اوڏر ٿي،
ڇو ٿا پيا ٽمڪو؟

ڪٺو ڪٺو هن جنڊ ۾،
ڏرجو يا ڏريو.

ڪڪڙئو! ٻانگ نہ ڏيو،
هاڻ تہ سمهڻ ڏيو.



چنگ وڄائي، درد وڄائي، منهنجو جيءُ جياريو ڙي،
مست الست تي آيو آهيان، راڳ رباب ٻڌايو ڙي.

پٽڪي پٽڪي، هٿ پهتو هان، اڳتي ڇاهي ڪا نہ خبر آ،
ماڳ نہ مون کان يار ليي ٿو، مون کي ماڳ رسايو ڙي.

مرڪڻ وارو مان لهي تو شوم سدائين شوم ئي سڏبو،
ايڏي شوميءَ مان ڇا ورندو، مرڪو ۽ مرڪايو ڙي.

ڪيڏو ناز نهار ۾ آهي، ڪيڏو گهورون گهائن دليون،
دل جو ڏوهہ نہ آهي ڪوئي، چاهت من تڙپايو ڙي.

هوش منجهان بيهوش تيس ۽ بيهوشيءَ ۾ پين ڪنيم،
پنو ڏئي ڪو هوش جون ڳالهيون مون کان يار لڪايو ڙي.

بيٺل پاڻي سينورجي ٿو، وينئي گندين ڪٽي وڃن ٿيون،
او بيڪارو! اٿو ۽ هاڻي هٿ ۽ پير هلايو ڙي.



ڏينهن جو اوجاڳو آهي،
هاڻي توري ننڊ ڪرڻ ڏي.

سڏڪو هن جو ڪن پيو آهي،
مون کي هڪڙي آهه ڀرڻ ڏي.

هنجن جي جوڙي کي ڊِنڊ ڏي،
پيار ڪرڻ ڏي، خوب ترڻ ڏي.

موتيا آهن ٽڪجي پنجي،
واهيري ڏي ڪين ورڻ ڏي.

ڳل تي نانءُ لکي چپڙن سان،
ساڙولن کي جام سڙڻ ڏي.



راڳي اڄ ڪو راڳ ٻڌاءِ،
رئندڙ من کي اڄ پرچاءِ.

آهه ملڻ لئہ ميلو لڳندو،
مون کي پيي ڪو يار ملاءِ.

منزل ملندي مهن کي ڪڏهين؟
ڏارو ڪڙڪائي اڇلاءِ.

ڇڪو نہ پئي ٿو ڇئوپڙ تي ڇو؟
اڇلڻ کان اڳ ۾ ڪڙڪاءِ.

سُر ۽ ساز نچائي سڀ کي،
چارڻ ڪوئي چنگ وڄاءِ.

سُر تي نچڻيءَ ناچ ڪيو هو.
ساز تي مون کي پيي تہ نچاءِ.

جيڪو جيون خالي ڪوڪو،
ان جيون کي باهہ لڳاءِ.

اڄ تائين آ سڏڪيو جيون،
ظفر! هاڻي جيءُ نہ جلاءِ.



رئندي رئندي ڪلي وِهو تا،
آخر هي سڀ ڇا هي دوست؟

تورا لاهڻ لئہ نہ ڪبا هن،
پو ٻيي هُو ڇو لاهي دوست؟

غرض بنان ڇو ڪو بہ نہ ڪنهن ڪي،
هن جڳ ۾ تو چاهي دوست؟

سو ڪيئن سڏبو عاشق جڳ ۾،
سينو جو تو ساهي دوست؟



روئي رات وهائي ڇڏيم،
دل ۾ درد لڪائي ڇڏيم.

چاهت جي حد خودڪشي آ،
پوءِ بہ پاڻ جياري ڇڏيم.

دل ۾ درد هزارين دکيا،
پو يي من مهڪائي ڇڏيم.

آسن جي لاشن کي سائين،
ڪفن بنان دفنائي ڇڏيم.

توکي "ظفر" ساڻ ڏسي،
پنهنجو منهن ڦيرائي ڇڏيم.



رات جيڏي رتل،
ڏينهن تيڏو تتل.

گهاٽي جهڙ جي پنيان،
سج آهي لڪل!

رات کان آءٌ چئن،
چنڊ گرهڻ وتل.

آءٌ جاڳان پيو،
تون اڃان پيو ستل.

ڪنهن نه ڪنهن ڳوٺ ۾،
هوندو ميڙو متل.



اسان جا نوجوان ذهن،
ڇڻ تہ الغوزي جي ڏن.

ڏور ڳائي پيو تو کو،
وطن ڪفن، وطن ڪفن.

جنگ، امن درميان
جنگ کٽندو امن!

ڏور جا شاعرو ٻڌو،
سنڌ آ منهنجو وطن.

تنهنجو پيو کو چمن،
منهنجو تون آن چمن!



ڏرتيءَ سرتيءَ رت گهريو،
رهي نہ سگهيس آءٌ الا!

رات اويلو ياد اچي وئينءَ،
چميم تنهنجو نانءُ الا.

ٻيرن جي هن وستيءَ ۾،
هو ڏس ڪارو ڪانءُ الا.

مرڪ جو مون آ مک چميو،
پريم ٻيو ڪو ڏانءُ الا.

ماڻهوءَ ۽ بندوق جو هتڙي،
رات ٿيو وهانءُ الا!



ڏينهن گذري نہ ٿو،
رات نبري نہ ٿي.

اڄ الائي ڇو؟
سوچ نکري نہ ٿي.

رات سندر اهڙي،
اڄ بہ وسري نہ ٿي.

تون جو ناهين تہ هيءَ،
حيات نسري نہ ٿي.

هاڻ تہ دل منجهان،
ڪوتا اسري نہ ٿي.



مون جيون جوت جياري آ،
۽ رت سان ڏياتي ٻاري آ.

هيءَ ٿامي جهڙي پونءِ تتل،
مون پنهنجي رت سان ٺاري آ.

آ مرڻو هر ڪنهن ماڻهوءَ کي،
مون جندڙي پنهنجي واري آ.

سو منصور ٻه کهڙو سڏبو؟
جنهن کي جان پياري آ.

ديس جو دشمن جو تيندو،
ان لئه ڪاري واري آ.

هن ڳوڙها ڳاڙيا پئي شايد،
ڪنهن هن جي دل آزاري آ.



جاڳي ڪري جو جاڪوڙ،
منزل رسندو سوئي توڙ.

هوندو آهين جيسين ڳڌ،
ڪنهن جي هوندي ڪانهي لوڙ.

رشتو آ، ڪو ٿيوب نہ آهہ،
سوليشن سان لڳي نہ جوڙ.

حل مسئلو تڏهن ٿئي تو،
جڏهن ڪجي تي ذهن ولوڙ.

ماٺهو ڪو ڪو آهي ماٺهو،
هونءَ تہ ماٺهو ماٺهو ڪروڙ.



ظفر! ڪنهن لئہ تڙپين ٿو تون،
ڇا لئہ ٿي ويو آنهہ اداس!

پنڪڻ مان ڪجهہ ملندو ناهي،
پوءِ ڇو پيو پنڪين بنواس.

واڻ ڪي آهي رنگ ڏنل،
هيءَ تہ ناهي ڪائي ڏاس.

ماکيءَ جي مند ناهہ پيارا،
شيشي ۾ آ رجيل ڇاس.

آس اها جا ٿئي نہ پوري،
پيار ڪي ڪين بنائج آس.



گهر تہ گهران جي چوٽيءَ موجب،
پيار جي مالها تڪڙي سور.

توبن منڙا آهيان ايئن،
لانوڻءَ بن چڻ ڪائي ڏور.

چارڻ جو چنگ چري پيو ٿو،
يڪتاري جي تار بہ چور.

باقي ٿورو پنڌ! اتئي،
ناھ زمانو توکان زور.

منهنجي دل چڻ رانديڪو،
اچليندين تي ويندي پور.



باھ، باھ،
رات، رات.

ڏينهن، ڏينهن،
ڏات، ڏات.

تون، تون!
تات، تات.

چَپ چُپ،
چُپ چِپاتً.

پڙهيئي ڪرتا،
لنويئي، لات.



هانءَ ويل هوٽا،
پاڻيءَ قوٽا.

منهن جا مٺڙا،
دل جا کوٽا.

وات قاٺوڙا،
وهه جا لوٽا.

سنهڙا سيپڪ،
موٽا موٽا.

لفظ نہ ها سي،
پر ها سوٽا.

لهر نانگ جي،
چيلهه تي چوٽا.



ايڏو ڪنن آ جيون جو دوستو،
هتي روئجي بہ تو تہ گناهن وانگر.

ڊائريءَ جو هر ورق تڪي تو مُنکي،
اجنبي تنهنجي نگاهن وانگي.

ياد ڇيڙيو آ سڄي رات مون کي،
ڪنهن پريتما جي ادائن وانگي.

ڏنڏلو ٿو ٿئي هاڻ تہ تنهنجو چهرو پيي،
آءُ ڪجهہ ياد جفائن وانگي.

سوريءَ تي بہ تنهنجي مُک تي مرڪ،
هنن جا ٿهڪ پيي دلالن وانگي.

پيار کي پيار سمجهي پيار ڪجي،
ڏجي سچ سان ساٿ وفائن وانگي.

اوڇتو توکي جو سپني ۾ پسيم،
ڀهڪي پيس دوست ثوابن وانگي.



اچو تہ روئون، رڙون ۽ دانهون ڪيون ايتريون،
جو ننڊ ۾ ستل هي لوڪ، سمورو بہ جاڳي پوي،
اچو تہ پڪارون ڪيون زندگين جيتريون،
اچو تہ روئون، رڙون ۽ دانهون ڪيون ايتريون.

منن ۾ هجن جيتريون، آهون اگهامن تيتريون،
"مجبور جي پاسي آهيان مان" هر ڪو ائين چوي،
اچو تہ روئون، رڙون ۽ دانهون ڪيون ايتريون،
جو ننڊ ۾ ستل هي لوڪ، سمورو بہ جاڳي پوي.



ننڊ گوريون ڪائي سمهڻ وارا سنگتيو!
رات ڳهي نہ وڃي مقصدن ڪي، جاڳو!
سچ ۽ ڪوڙ ڪي نہ سمجهڻ وارا سنگتيو!
ننڊ گوريون ڪائي، سمهڻ وارا سنگتيو.

سامهون سوري ڏسي سهمڻ وارا سنگتيو!
هيمونءُ جهڙو هانءُ توهان وٽ بہ آ ساڳيو.
ننڊ گوريون ڪائي سمهڻ وارا سنگتيو!
رات ڳهي نہ وڃي مقصدن ڪي، جاڳو!



توکي کھڙي کلَ! ھيءَ سوچ بہ آ آلاپ کندي؟
سنڌ تي وئي جي سبز تہ پو ھر رات بہ جڳمڳائيندي،
سرندي تار ڇڙي پئي جي، مڌر کوئي ورلاپ کندي،
توکي کھڙي کلَ! ھيءَ سوچ بہ آ آلاپ کندي؟

ڏات ، جذبات ۽ رات، لات بہ آ ميلاپ کندي،
پوءِ ھر رُت بہ نچڻيءَ وانگر نچندي جھومندي ڳائيندي،
توکي کھڙي کلَ! ھيءَ سوچ بہ آ آلاپ کندي؟
سنڌ تي وئي جي سبز تہ پو ھر رات بہ جڳمڳائيندي.



آ تہ ظفر يار! هاڻ دلاسن تي جيون،
ائين ڪيستائين وياڪل جيئنداسين،
دکن ۽ غمن جي جنازن کي دفنائي ڇڏيون،
آ تہ ظفر يار! هاڻ دلاسن تي جيون.

آ تہ غمن، صدمن کي شراب سمجهي پيون،
ائين وسڪي بہ ڪيستائين نيٺ پيئنداسين،
آ تہ ظفر يار! هاڻ دلاسن تي جيون،
ائين ڪيستائين وياڪل جيئنداسين.



هي ديس ڇڏي، ويس مٽي، پاڻ هليا ويندا سين،
پو وڇوڙي جو گيت ڳائي ڪوئي يا نہ ڳائي،
اسان هي ياڳ ڇڏي ماڳ ڇڏي، ڪجھ بہ ڪو نہ نينداسين،
هي ديس ڇڏي، ويس مٽي، پاڻ هليا ويندا سين.

گيت ۽ ميت، سر، سنگيت سڀئي سنڌ کي ئي ڏينداسين،
پو ڳالهيون اسان جون ڳل ڪوئي لائي نہ لائي،
هي ديس ڇڏي، ويس مٽي، پاڻ هليا ويندا سين،
پو وڇوڙي جو گيت ڳائي ڪوئي يا نہ ڳائي.



۽ هي جو دُود! دکيو آ، سو مچ مچندو نيٺ،
جنهن ۾ ذهن ۽ ضمير تنهنجو رک، ٿيندو،
۽ هي جو چاڪ، چڪيو آ، سو ڦٽ پچندو نيٺ،
۽ هي جو دُود! دکيو آ، سو مچ مچندو نيٺ.

شفق لالائيءَ منجهان، لال رنگ رچندو نيٺ،
ها! صبح ٿيندو، ضرور ٿيندو، پڪ! پڪ! ٿيندو!
۽ هي جو دُود! دکيو آ، سو مچ مچندو نيٺ،
جنهن ۾ ذهن ۽ ضمير تنهنجو رکَ، ٿيندو.



هي وقت نہ آهي ويهڻ جو، او جوڳي! بين وڄاءِ،
ڪو اهڙو گيت ٻڌاءِ، جو هيءَ ڏرتي جاڳي پئي،
پريتم، نياڻي، امڙ سنڌ جو، سورهيہ، ننگ بچاءِ،
هي وقت نہ آهي ويهڻ جو، او جوڳي! بين وڄاءِ.

اوندهہ ۾ مشعل ڪٽي، پنڪيل ڪي دڳ لاءِ،
ساگر ڇولين وچ ۾ جيئڻ ڪو! ٻڏندڙ تياڳي پئي،
هي وقت نہ آهي ويهڻ جو، او جوڳي! بين وڄاءِ،
ڪو اهڙو گيت ٻڌاءِ، جو هيءَ ڌرتي جاڳي پئي.



پريم، سندرتا ۽ سچ! آھ عظيم،
تون مج نہ مج ھيءَ آھي حقيقت،
ڪوڙ، سورج مکي ۽ چنڊ ناھ عظيم،
پريم، سندرتا ۽ سچ! آھ عظيم.

گيت، سنگيت، ميت، نہ تہ ڇاھ عظيم؟
توکي تيو آ ڇا؟ ڪاڏي وئي آ تنھنجي مت،
پريم، سندرتا ۽ سچ! آھ عظيم،
تون مج نہ مج ھيءَ آھي حقيقت.



منهنجي مون ئي ڏي واڏائي،
پنهنجي سالگره جي ڏڻ تي،
تنهنجي ڄڻ مون کي واڏائي،
منهنجي مون ئي ڏي واڏائي.

"تنهنجو من!" تو چئي واڏائي،
منهنجي سالگره جي ڏڻ تي،
منهنجي مون ئي ڏي واڏائي،
پنهنجي سالگره جي ڏڻ تي.



پيگ پيگ جو ٽڪراءُ، مئڪشي نہ ڪپي،
جيون ها جيون! تو گهرجي اسان کي،
نوٽ جي اڳيان نمڻ بندگي نہ ڪپي،
پيگ پيگ جو ٽڪراءُ مئڪشي نہ ڪپي،

ڪنڌ جهڪائي هلڻ! زندگي نہ ڪپي،
موت يا امن! تو گهرجي اسان کي،
پيگ پيگ جو ٽڪراءُ، مئڪشي نہ ڪپي،
جيون، ها جيون! تو گهرجي اسان کي.



تو تہ چيو هو جيون پل پل گڏ رهنداسين،
پر هي اوچتو وڇوڙي جو واءُ ڪهڙو گهليو؟
تو تہ چيو هو گڏ جيئنداسين گڏ مرنداسين،
تو تہ چيو هو جيون پل پل گڏ رهنداسين.

تو تہ چيو هو مرڪ ڪٽورا گڏ پيئنداسين،
زهر پيالن جو ڇو آ وري هيءُ هُل هليو؟
تو تہ چيو هو جيون پل پل گڏ رهنداسين،
پر هي اوچتو وڇوڙي جو واءُ ڪهڙو گهليو.



ڪيڏي ٻالي ڀولي آهين، خوابن ۾ ئي ڇيڙين ٿي،
سپنن ۽ ساڀيائن ۾ فرق ڇا آهه رهايو تو؟
مرڪي مرڪي من آڳنڌ تان سهڻا موتي ميڙين ٿي،
ڪيڏي ٻالي ڀولي آهين، خوابن ۾ ئي ڇيڙين ٿي.

"دل- گلشن" جون مکڙيون، مرڪ ڪرڻ سان ٽيڙين ٿي،
خزان ۾ به بهار ڪي، ترسڻ لئه آ سرڇايو تو،
ڪيڏي ٻالي ڀولي آهين، خوابن ۾ ئي ڇيڙين ٿي،
سپنن ۽ ساڀيائن ۾ فرق ڇا آهه رهايو تو؟



زندگيءَ جا پويان بہ ايڏا ڪٺن ناهن هوندا،
جيڏا ڏکيا هوندا آهن، تنهنجي وڇوڙي لمحا.
پل تو سوا هي پل! نيٺ ڇا هن هوندا؟
زندگيءَ جا پويان بہ ايڏا ڪٺن ناهن هوندا.

”تون مان ۾ رود!“ ڪيڏا نہ سٺا هن هوندا،
ڇڻ منظور جو آواز. پٺائيءَ ڪافي، وهوا وهوا.
زندگيءَ جا پويان بہ ايڏا ڪٺن ناهن هوندا،
جيڏا ڏکيا هوندا آهن، تنهنجي وڇوڙي لمحا.



زندگي هونءَ بہ گذري پئي ۽ هيئن بہ پئي تي گذري،
جا توسان گذرندي زندگي! سا ڪيڏي نہ سندر هوندي،
تنهنجو منهنجو تصوراتي مستقبل بہ يلا ڪيئن وسري؟
زندگي هونءَ بہ گذري پئي ۽ هيئن بہ پئي تي گذري.

راتيون ڏينهن تين تا ۽ ياد پوءِ بہ نہ تي نبري،
۽ هر صبح جو پيلا گل تي ڏئي در تي پيل ڪوندي،
زندگي هونءَ بہ گذري پئي ۽ هيئن بہ پئي تي گذري،
جا توسان گذرندي زندگي! سا ڪيڏي نہ سندر هوندي.



ڪو بہ نہ تحفو ڏئي سگھان ٿو تنھنجي سالگرھ جي ڏڻ تي،
دل چاھي ٿي سڀ ڪجھ ڏيان پر ھٿ بہ نہ آھي وس بہ نہ آھي،
ميت ڪي ھڪڙو گيت ڏيان ٿو تنھنجي سالگرھ جي ڏڻ تي،
ڪو بہ نہ تحفو ڏئي سگھان ٿو تنھنجي سالگرھ جي ڏڻ تي.

تصور م چپ، تر، ڳل، وارچمان ٿو تنھنجي سالگرھ جي ڏڻ تي،
رت سان تنھنجو چتر ٿو ناھيان، رنگ جي ناھي! پوءِ چاھي؟
ڪو بہ نہ تحفو ڏئي سگھان ٿو تنھنجي سالگرھ جي ڏڻ تي،
دل چاھي ٿي سڀ ڪجھ ڏيان پر ھٿ بہ نہ آھي وس بہ نہ آھي.



هي پيلا پيلا پن! ۽ تنهنجون زرد اکيون،
پره لالائي تي ٻڏائي ته رات ڪيڏو رنو آهين!
مسڪراهٽون به تنهنجون درد گهرا درد بکيون،
هي پيلا پيلا پن! ۽ تنهنجون زرد اکيون.

غم لوڪ ساري جا پنهنجي من ۾ رکيون،
اڪيلي ۾ پنهنجو پاڻ ڪان ته نه ڏنو آهين؟
هي پيلا پيلا پن! ۽ تنهنجون زرد اکيون،
پره لالائي تي ٻڏائي ته رات ڪيڏو رنو آهين!



پنهنجون لڪٽيون ٻه ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون پي،
هاڻ پُلائڻ ٻه جي چاهين تہ پلائي ڇڏجان،
ڳوڙها ٻه نہ ڳاڙيندس، تنهنجي چوڻ تي ڇڏيندس پي،
پنهنجون لڪٽيون ٻه ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون پي.

جي! جي تي سگهين اڪيلي مون بن تہ پلي،
بيڊ روم مان فوٽو ٻه ڦاڙي ۽ اڇلائي ڇڏجان،
پنهنجون لڪٽيون ٻه ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون پي،
هاڻ پُلائڻ ٻه جي چاهين تہ پلائي ڇڏجان.



مئہ بنان مان تہ کيئن بہ ڪري جي ويندس،
سوچيان ٿو مئہ ڪدي جو حال ڇا ٿيندو؟
آب حيات بدران مان تہ "هلا هل" بہ پي ويندس،
مئہ بنان مان تہ کيئن بہ ڪري جي ويندس.

هوريان هوريان، مان بہ تہ سکي ويندس،
سدائين غم بہ نہ رهندو، نيٺ تہ هلي ويندو،
مئہ بنان مان تہ کيئن بہ ڪري جي ويندس،
سوچيان ٿو مئہ ڪدي جو حال ڇا ٿيندو؟



آ تصور جي جهوليءَ هن منجهہ ليٽي پئون،
ءِ سپنن هندورن ۾ جهولا جهلون،
”مذم ٿي براہ ڪرم“ روشنيءَ کي ڇئون،
آ تصور جي جهوليءَ هن منجهہ ليٽي پئون.

آ ”پريم“ جي ڇئن ئي حرفن کي چمئون،
ءِ پسون پاڻ عملي سيئي توڪلون،
آ تصور جي جهوليءَ هن منجهہ ليٽي پئون،
ءِ سپنن هندورن ۾ جهولا جهلون.



هن موڊ ۾ اچي ڪو، مون سان ملي او لوڪو!
من درد ڪجھ گھٽائي يا درد ڪجھ وڌائي،
جيئن دل جو آس گلڙو، مرڪي پوير پو ڪو!
هن موڊ ۾ اچي ڪو، مون سان ملي او لوڪو!

شاھ جھڙو شاعر تو ڏيھ ۾ ڏنو ڪو؟
جو سنڌ جي سرھائي سدا لئہ تو چاهي،
هن موڊ ۾ اچي ڪو، مون سان ملي او لوڪو!
من درد ڪجھ گھٽائي يا درد ڪجھ وڌائي.



سچ تہ تنهنجي ياد پي ساٿيءَ جان سنگ ڏئي ٿي پئي،
ڀهڙي اداس هاسٽل جي پريشان هن ڪمري ۾ بہ!
سڪٿي نلهي منهنجي اسڪيچ ۾ رنگ ڏئي ٿي پئي،
سچ تہ تنهنجي ياد پي ساٿيءَ جان سنگ ڏئي ٿي پئي.

هر اداسيءَ جي اڳيان ور ڪري ونگ ڏئي ٿي پئي،
تنهنجي مرڪ اياري ٿي مرڪ! منهنجي هن چهري ۾ بہ،
سچ تہ تنهنجي ياد پي ساٿيءَ جان سنگ ڏئي ٿي پئي،
ڀهڙي اداس هاسٽل جي پريشان هن ڪمري ۾ بہ!



الائي چو هي مون ڪان سيئي گيت وڇڙيا تا وڃن،
رب امانَ! وري الائي ڇا هيل ٻہ ٽيڻ وارو آ،
الائي چو هي مون ڪان سيئي ميت وڇڙيا تا وڃن،
الائي چو هي مون ڪان سيئي گيت وڇڙيا تا وڃن.

نہ ڄاڻ چو هي سر ۾ سپ سنگيت وڇڙيا تا وڃن،
ڇا پريمي ڪو پريتما ڪان وڇڙڻ وارو آ،
الائي چو هي مون ڪان سيئي گيت وڇڙيا تا وڃن،
رب امانَ! وري الائي ڇا هيل ٻہ ٽيڻ وارو آ.



جڏهن به ساھ منجهندو آ، دري کولي ڇڏيندو هان،
بند ڪمري جي گهٽ ۾ سرهائي مهڪي پوندي آ،
تون مون کي سنڌ جي نقشي جان حسين لڳندي آن،
جڏهن به ساھ منجهندو آ، دري کولي ڇڏيندو هان.

گيت کي، ميت کي، سنگيت کي سڏيندو هان،
نراس ۽ اداس رات به ڇهڪي ۽ ٻهڪي پوندي آ،
جڏهن به ساھ منجهندو آ، دري کولي ڇڏيندو هان،
بند ڪمري جي گهٽ ۾ سرهائي مهڪي پوندي آ.



ريتي رنگ کي "پرزم" مان اڄ هڪڙي ليڪ ٽوڙيو،
ڪاري ڏارا اڏري وئي ۽ سائي ڏارا پڪڙي،
نراس من کي، اداس من کي، هن آخر ته نهوڙيو،
ريتي رنگ کي "پرزم" مان اڄ هڪڙي ليڪ ٽوڙيو.

ڌرتيءَ جي گولي تي آخر سفيد جهنڊو کوڙيو،
رئندي رئندي مرڪي پئي ماڻهن جي هر اکڙي،
ريتي رنگ کي "پرزم" مان اڄ هڪڙي ليڪ ٽوڙيو،
ڪاري ڏارا اڏري وئي ۽ سائي ڏارا پڪڙي.



ننڊ ڪرڻ ڏي، ڇڏ مون کي، ڇڏين نہ تو راتوڪي رات،
سپني ۾ ڪيس پسان پوءِ وري اڄ جهڙي رات اچي نہ اچي،
اماس رات کي پيپ پايان اڄ ها پانيان اڄ چانڊوڪي رات،
ننڊ ڪرڻ ڏي، ڇڏ مون کي، ڇڏين نہ تو راتوڪي رات.

اڄ مَنکي فيصلو آ ڪرڻو تہ هي ڏينهن آ ماندو کي رات!؟
جيون ۾ اڄ پڇاڻان ڪائي اهڙي رات! اچي نہ اچي،
ننڊ ڪرڻ ڏي، ڇڏ مون کي، ڇڏين نہ تو راتوڪي رات،
سپني ۾ ڪيس پسان پوءِ وري اڄ جهڙي رات اچي نہ اچي.



بڌ! شعر پلا اچ چو منکان جڙي نہ ٿو،
ڇا تون منکان رسي وئي آن ڇا، هان؟!
من هيءُ من آ جو پوءِ بہ مڙي نہ ٿو،
بڌ! شعر پلا اچ چو منکان جڙي نہ ٿو.

چنگ پي ڇڙي نہ ٿو ۽ ساز بہ ڇڙي نہ ٿو،
او تار تون ٽٽي وئي آن ڇو، هان؟
بڌ! شعر پلا اچ چو منکان جڙي نہ ٿو.
ڇا تون منکان رسي وئي آن ڇا، هان؟!



مان جڏهن ڏيهه ڇڏي، ڏينهن ڇڏي، رات نئينءَ ڏانهن وڃان،
پو وٺئي، ياد ڪجان يا وٺئي تہ دل تان پنهنجي مون کي ڏتاري ڇڏجان،
مان جڏهن نانءُ ڇڏي، ڏانءُ ڇڏي، ڏات نئينءَ ڏانهن وڃان،
مان جڏهن ڏيهه ڇڏي، ڏينهن ڇڏي، رات نئينءَ ڏانهن وڃان.

مان جڏهن ميت ڇڏي، گيت ڇڏي، لات نئينءَ ڏانهن وڃان،
پو رڳو هڪ دفعو ئي مون کي پڪاري ۽ پوءِ پل تہ وساري ڇڏجان!
مان جڏهن ڏيهه ڇڏي، ڏينهن ڇڏي، رات نئينءَ ڏانهن وڃان،
پو وٺئي، ياد ڪجان يا وٺئي تہ دل تان پنهنجي مون کي ڏتاري ڇڏجان.



تو وري ياد اچي! مون کي جَڳائي ورتو!
ٿورا! ننڊ ۾ مرڻ کان بچائي ورتئي،
سڏڪندڙ منهنجي من کي ليپائي ورتو،
تو وري ياد اچي! مون کي جَڳائي ورتو!

پڇرندڙ ڇپن کي ڇپن سان لڳائي ورتو،
۽ هيءَ باھ! باھ! اجهائي ورتئي،
تو وري ياد اچي! مون کي جڳائي ورتو!
ٿورا! ننڊ ۾ مرڻ کان بچائي ورتئي.



جي چئين تہ اڄ مان توکي گيت ٻڌايان، نئون ڪو،
جو دکيل چڻنگ من مان، چمڪي سان ٻري پوي،
جيون راند ۾ هر ڪو چاهي ٿو چڪو، نہ چئونڪو،
جي چئين تہ اڄ مان توکي گيت ٻڌايان، نئون ڪو.

اناالحق جو هڻي نعرو، وڏي واڪ، وڄايون ڏئونڪو،
تہ جيئن ٻيو هر ڪوڪلو نعرو سڙي، ڳري مري پوي،
جي چئين تہ اڄ مان توکي گيت ٻڌايان، نئون ڪو،
جو دکيل چڻنگ من مان، چمڪي سان ٻري پوي.



زندگي! نانءُ آ وياڪل ۽ اداس راتين جو،
جن ۾ پاڻ ٻنهي ويچوڙي جو گيت ڳاتو هو!
موت! نانءُ آ پياسي ۽ نراس راتين جو،
زندگي! نانءُ آ وياڪل ۽ اداس راتين جو.

زخمي سج پيي لڳي تو ٿياس، راتين جو،
جنهن تي پاڻ چڙهي ۽ ڪفن بہ پاتو هو،
زندگي! نانءُ آ وياڪل ۽ اداس راتين جو،
جن ۾ پاڻ ٻنهي ويچوڙي جو گيت ڳاتو هو!



آ تہ جيْ پل مليا آهيون سي پل ڪلي تہ وڻون،
پوءِ وري ملڻ ٿئي نہ ٿئي ۽ ڪلڻ بہ ٿئي نہ ٿئي،
هوا جو گهلي آ تہ هنن گلن جيان ٿلي تہ وڻون،
آ تہ جي پل مليا آهيون سي پل ڪلي تہ وڻون.

مُکن کي ساهہ جيان اوڏو ڪري ملي تہ وڻون،
وري هوا گهلي نہ گهلي، ملڻ جلڻ بہ ٿئي نہ ٿئي،
آ تہ جي پل مليا آهيون سي پل ڪلي تہ وڻون
پوءِ وري ملڻ ٿئي نہ ٿئي ۽ ڪلڻ بہ ٿئي نہ ٿئي.



باڻهون ڦهلائي آءُ تہ بيٺي هڪ وڄون ٿي،
جپ جپ سان ملائي هڪ ئي ڪنمنڙو چوسيون،
نيڻن مان ڇلڪندڙ هيءَ وسڪي ڇڏيون پي،
باڻهون ڦهلائي آءُ تہ بيٺي هڪ وڄون ٿي.

ڪيڏي نہ پياري ۽ مني آ، هيءَ مئڪشي،
جپ ڳلن تي ذري هڪ ٻئي جو مکڙو چوسيون،
باڻهون ڦهلائي آءُ تہ بيٺي هڪ وڄون ٿي،
جپ جپ سان ملائي هڪ ئي ڪنمنڙو چوسيون.



دل تي چٽي تہ پيگ ڇپن جا اڄ! ٽڪرايون،
من- آڱنڌ تي پريم جو ٻوٽو ڪوئي پوکيون،
اڄ مدهوش تي نيڻ پيالن کي ڇلڪايون،
دل تي چٽي تہ پيگ ڇپن جا اڄ! ٽڪرايون.

ساهن جي سهڪي مان مڌر گيت ڪي ڳايون،
چنگ چاهہ جا ڇوري، سنگيت سان پاڻ موکيون!
دل تي چٽي تہ پيگ ڇپن جا اڄ! ٽڪرايون،
من- آڱنڌ تي پريم جو ٻوٽو ڪوئي پوکيون.



تون مرڪ ڪٺي، جهٽ پل ئي صحيح،
تنهنجي مرڪڻ سان مکڙيون ته ٽڙن!
تون بڻيو مون لئه آنهه مسيح،
تون مرڪ ڪٺي، جهٽ پل ئي صحيح.

نئين ڪربل جو ميدان وسيع،
جهٽ! ڏس ته ڪٺي، من ڦٽ چٽن،
تون مرڪ ڪٺي، جهٽ پل ئي صحيح،
تنهنجي مرڪڻ سان مکڙيون ته ٽڙن!



ڳنڍين منجهه نه آن ڪٺا ء ڳيتن م نه سنگيت،
ڪٺڪ جتي هُئي پوکي هاريءَ تتي ڦٽي آ ڏٺڪ،
رشتن جو واپار هتي آ ڪو به نه ڪنهن جو ميت،
ڳنڍين منجهه نه آن ڪٺا ء ڳيتن م نه سنگيت.

پاتالن مان پڙاڏو ٻٺجي ٻڌجي پيو هيءَ ڳيت،
جاتل جاتل منهنجو ئي آ ائين لڳي ٿو جٺڪ،
ڳنڍين منجهه نه آن ڪٺا ء ڳيتن م نه سنگيت،
ڪٺڪ جتي هُئي پوکي هاريءَ تتي ڦٽي آ ڏٺڪ.



يڪتاري جي تار سُري ۾ راڻو تارن ڳايو،
اڄ ايندو، منهنجو ڍول پرين! پڪ ايندو!!
وصل جي ميندي ويوڳ هٿن تي لايو، ساٿ نڀايو،
يڪتاري جي تار سُري ۾ راڻو تارن ڳايو.

منهنجي ڪارڻ ٻو ٻي جيڏيون! ڏاگهه جي سيج سجايو،
ڇو جو هڪ پل، هو ايندو ۾ ٻئي پل مرئي ويندو،
يڪتاري جي تار سُري ۾ راڻو تارن ڳايو،
اڄ ايندو، منهنجو ڍول پرين! پڪ ايندو!!

---

تو تہ جنز هو...



رم جهم بوندا، باندي،
اندلث آمد ساکَ!
کيڏي آئون ماندي،
رم جهم بوندا باندي.

هيرن خوشبو آندي،
رسجي ويئي لاک!
رم جهم بوندا باندي،
اندلث آمد ساکَ!



هاڻ تہ جانان! تون پي مون کان ڏور هلي وئي آهين،
هاڻ تہ جانان شهر هي تنهنجو غير لڳي ٿو ڄڻ تہ.
بهار رت پي ساڻ ڪٿي ڇاڪاڻ الي وئي آهين
هاڻ تہ جانان! تون پي مون کان ڏور هلي وئي آهين.

پنهنجي گهر جو در نہ لڌو مون! جيئن رُسي وئي آهين،
ماڻهوءَ ماڻهوءَ من ۾ سائڻ! مير لڳي ٿو ڄڻ تہ،
هاڻ تہ جانان! تون پي مون کان ڏور هلي وئي آهين،
هاڻ تہ جانان شهر هي تنهنجو غير لڳي ٿو ڄڻ تہ.



آشائون هي بادل ٻئجي، جند اڱڻ تي برسيون،
جذبا من جي نوٽ زمين تي اپريا ڪنيين وانگيان،
گهايل گهايل ديدون منهنجون تنهنجي ڪارڻ ترسيون،
آشائون هي بادل ٻئجي، جند اڱڻ تي برسيون.

ساجن! ساڻ سلهاڙي، سپ! تيون سير سوا سرسيون،
تو لاءِ ويني تڪيان آئون، تولاءِ ويني تانگهيان،
آشائون هي بادل ٻئجي، جند اڱڻ تي برسيون،
جذبا من جي نوٽ زمين تي اپريا ڪنيين وانگيان.



نيل گگن مان ڪارا ڀورا بادل! ٽپ ٽپ برسي پيا،
هيل ٻہ ساوڻ رت آئي آ، ويا ڪلتائن جي سنگ سنگ،
مڌ-پيالا، نيڻ -پيالا ڇلڪي ڇلڪي ترسي پيا،
نيل گگن مان ڪارا ڀورا بادل! ٽپ ٽپ برسي پيا.

ڇَپ ڇَپ تي مرڪون آهن پيارا پاڻ م ڀرجي پيا،
اڃان نہ آئين تون او جاني! ڀُلجي وئين ڇا نينهن نسنگ،
نيل گگن مان ڪارا ڀورا بادل! ٽپ ٽپ برسي پيا،
هيل ٻہ ساوڻ رت آئي آ، ويا ڪلتائن جي سنگ سنگ.



هن جيوت ۾ او دوست منا! ڪو جيئندو آ ڪو مرندو آ،
ڪو جيئرو مئو پيو هوندو آ، ڪو مئل بہ جيئرو هوندو آ،
ڪو امرت ڏارا پيئندو آ، ڪو ڳوڙها پنهنجا پيئندو آ،
هن جيوت ۾ او دوست منا! ڪو جيئندو آ ڪو مرندو آ.

ڪو پنهنجن جو رت پيئندو آ ۽ ڇائي منهن ۾ وجهندو آ،
ڪو پنهنجو رت ڌرتيءَ ڪي ڏئي ۽ نيٺ امر ٿي ويندو آ،
هن جيوت ۾ او دوست منا! ڪو جيئندو آ ڪو مرندو آ،
ڪو جيئرو مئو پيو هوندو آ، ڪو مئل بہ جيئرو هوندو آ.



نہ چيڙيو نہ چيڙيو، اسان کي نہ چيڙيو،
هي الفت جو قصو، اڌورو رهڻ ڏيو!
هي ڪنڊا ڪي ميڙيو ۽ گلڙا پکيڙيو،
نہ چيڙيو نہ چيڙيو، اسان کي نہ چيڙيو.

اسان کي ڇڏي هن! ڏرتيءَ کي کيڙيو،
اسان کي مرڻ ڏيو، اسان کي جيئڻ ڏيو،
نہ چيڙيو نہ چيڙيو، اسان کي نہ چيڙيو،
هي الفت جو قصو، اڌورو رهڻ ڏيو!



اسان جي چڙياسين، نہ ڪا راھہ رهندي نہ ڪو رند رهندو،
امنگن جي خاطر، نوان پيچرا ۽ نوان گهيڙ جڙندا،
۽ جذبن جي آڏو نہ ڪو ڪوٽ رهندو نہ ڪو بند رهندو،
اسان جي چڙياسين، نہ ڪا راھہ رهندي نہ ڪو رند رهندو.

ستل شينهن اٿندو ڏڙن تي نہ ڪو ڪنڌ رهندو،
پلئہ هي اسان جا پراڻا نہ ٽيندا هي جوڏا نہ مڙندا،
اسان جي چڙياسين، نہ ڪا راھہ رهندي نہ ڪو رند رهندو،
امنگن جي خاطر، نوان پيچرا ۽ نوان گهيڙ جڙندا.



تون جو ناهين تہ ھي من پوڳنائون،
پير جي ڪنڊي جيان چُڀن پيون تيون،
هيرون بہ لڳن تيون لڪون، گرم هوائون،
تون جو ناهين تہ ھي من پوڳنائون.

لوڪَ وفائون بہ لڳن تيون تہ جفائون،
سڀ مُرڪون هيئين منجھہ ھُرن پيون تيون،
تون جو ناهين تہ ھي من پوڳنائون،
پير جي ڪنڊي جيان چڀن پيون تيون.



نہ مٺيو ڪڏهن ۽ نہ مٺجي سگهيو آ،
چون ٿا تہ ظفر جو هڪ هڪ عزم!
نہ ڪٺيو ڪڏهن ۽ نہ ڪٺجي سگهيو آ،
نہ مٺيو ڪڏهن ۽ نہ مٺجي سگهيو آ،

نہ لَٽيو ڪڏهن ۽ نہ لَٽجي سگهيو آ،
سچل، سچ ۽ سونهن جو هي پرم،
نہ مٺيو ڪڏهن ۽ نہ مٺجي سگهيو آ،
چون ٿا تہ ظفر جو هڪ هڪ عزم!



چوڏاري طوفان اڇي جي،
ٻيڙي ٻڏڻ کان بچندي ڪا نہ!
لهرن ۾ مانڌاڻ مچي جي،
چوڏاري طوفان اڇي جي.

هڪ هڪ ٻاغي گيت رچي جي.
تنهنجي تڏهين هلندي ڪا نہ!
چوڏاري طوفان اڇي جي،
ٻيڙي ٻڏڻ کان بچندي ڪا نہ!



جڳن ڪانپوءِ اتفاق سان ملي جو ويا هيئون!
ڇانهن جو ڪوپ ڳڏجي پي، ياد ڪا تازي ڪريون!
دکن سکن جو حال- دل، هڪ ٻئي کي ڏيئي ونون،
جڳن ڪانپوءِ اتفاق سان ملي جو ويا هيئون!

گيت ڪو ڳائي ڳڏجي، ياد ڪا نڪوري نيئون،
مرڪي ۽ روئي ڳڏ، ياد ڪجهه ماضي ڪريون،
جڳن ڪانپوءِ اتفاق سان ملي جو ويا هيئون!
چانهن جو ڪوپ ڳڏجي پي، ياد ڪا تازي ڪريون!



هلي آ توکي اڄ ڏور جي ڏسا تي سڏي،
نہ رڳو مان ئي پر، رات بہ آ وياڪل توبن،
هلي آ توکي اڄ منهنجي هيءَ وفا تي سڏي،
هلي آ توکي اڄ ڏور جي ڏسا تي سڏي.

منهنجي دل تي سڏي توکي اڄ صفا تي سڏي،
نہ رڳو گيت پر هيءَ ذات بہ آ وياڪل توبن!
هلي آ توکي اڄ ڏور جي ڏسا تي سڏي،
نہ رڳو مان ئي پر، رات بہ آ وياڪل توبن.



جيئڻ لئہ جي ڇاوا آھن پيا تا جيئن،
اسان ٻين کي جيئارڻ جي لئہ جنم ورتو آ،
”مئہ ڪدو-گھر“ ”اوطاق-بوتل“ پين پيا پيئن،
جيئڻ لئہ جي ڇاوا آھن پيا تا جيئن.

مرڪڻ لئہ جي ڇاوا آھن سي پيا مرڪن،
پاڻ ٻين کي مرڪائڻ لئہ جنم ورتو آ،
جيئڻ لئہ جي ڇاوا آھن پيا تا جيئن،
اسان ٻين کي جيئارڻ جي لئہ جنم ورتو آ.



ڪو مجي نہ مجي، روشني نيٺ ٽيٺي آ،
ڏات ۽ ڏانءَ جو سنگ رنگ نيٺ لائيندو،
”ڏينهن-پيڻ“ هٿ، رات نيٺ پيٺي آ،
ڪو مجي نہ مجي، روشني نيٺ ٽيٺي آ.

ماڳ ماڻڻ لاءِ جان پيي نيٺ ڏيٺي آ،
مگڻي ۽ وهانءَ سنگ، رنگ نيٺ لائيندو،
ڪو مجي نہ مجي، روشني نيٺ ٽيٺي آ،
ڏات ۽ ڏانءَ جو سنگ رنگ نيٺ لائيندو.



جڏهن ٻه ياد ٿي اچي تنهنجي،
آرسيءَ ۾ مک ڏسي ٿو چڏيان،
مونجهه ائين گهٽايان ٿو پنهنجي،
جڏهن ٻه ياد ٿي اچي تنهنجي.

چاهت جڏهن ايري ٿي منهنجي،
پنهنجا ئي چپ مان چمي ٿو چڏيان،
جڏهن ٻه ياد ٿي اچي تنهنجي،
آرسيءَ ۾ مک ڏسي ٿو چڏيان.



ڏات نگر جي راڻيءَ کي مون نيٺ وجي آ پرچايو،
لفظ قلم مان، ميت گهرن مان، گيت دلين مان نڪرن ٿا!
مون تہ هتان جي لوڪ سڀني مان هڪ هڪ کي آ سرچايو،
ڏات نگر جي راڻيءَ کي مون نيٺ وجي آ پرچايو.

جذبا، سوچون، پيڙائون، قدمن ۾ رکيو مون سرمايو،
هار هيءَ پنهنجي جيت مجڻ سان نغما من مان نسرن ٿا،
ڏات نگر جي راڻيءَ کي مون نيٺ وجي آ پرچايو،
لفظ قلم مان، ميت گهرن مان، گيت دلين مان نڪرن ٿا!



اڪيلو مان، هي ڪمرو ۽ ميڊيڪل جا ڪتاب،
ڇڻ تہ زندگيءَ ڪان آءُ گهٽو ڏور، ڏور!
روز سب اسٽيج، ٽيسٽ، فائينل عذاب تي عذاب،
اڪيلو مان، هي ڪمرو ۽ ميڊيڪل جا ڪتاب.

پاڻ شاعر ماڻهو، حساس آهيون او جناب!
اسان جي پل جو واقعو بہ ڪري تو دل کي چور!
اڪيلو مان، هي ڪمرو ۽ ميڊيڪل جا ڪتاب،
ڇڻ تہ زندگيءَ ڪان آءُ گهٽو ڏور، ڏور!



زندگيءَ جي لڪير پاڻ ئي ڪٽجي ويندي هڪ ڏينهن،
پو ڪوئي تہ روئي مرڪي مون کي ياد ڪندو!
بهار رت بہ خزان موسم ۾ مٽجي ويندي هڪ ڏينهن،
زندگيءَ جي لڪير پاڻ ئي ڪٽجي ويندي هڪ ڏينهن.

جيون راند جي "اِتي" بہ جهپجي ويندي هڪ ڏينهن،
پو ڪو خوشيءَ مانَ نہ سهي ڪرڪي مون کي ياد ڪندو،
زندگيءَ جي لڪير پاڻ ئي ڪٽجي ويندي هڪ ڏينهن،
پو ڪوئي تہ روئي مرڪي مون کي ياد ڪندو!



خزان هلي آ هنن سڪل پنن کي هاڻ هٽائي ڇڏ،
باغ ۾ گونچن گلن ۽ تازن پنن جي ضرورت آ!
سڪڻن پورن ڏکھن وٽن کي مالهي! ڪٽائي ڇڏ،
خزان هلي آ هنن سڪل پنن کي هاڻ هٽائي ڇڏ.

مرجهائي ويل هنن گلن کي نينگر! هاڻ مٽائي ڇڏ،
گلدان ۾ تازن ٽڙيل توانن گلن جي ضرورت آ،
خزان هلي آ هنن سڪل پنن کي هاڻ هٽائي ڇڏ،
باغ ۾ گونچن گلن ۽ تازن پنن جي ضرورت آ!



جاني هاڻي منهنجي آڏو، لڙڪ نہ لاڙيندو ڪر،
منهنجا تو لئہ گل گلابي! ٻئيا ڇپ رومال،
پنهنجي من جي جذبن کي تون هاڻ نہ ساڙيندو ڪر.
جاني هاڻي منهنجي آڏو، لڙڪ نہ لاڙيندو ڪر.

پيڄرن ۾ آزاد پکيئڙا هاڻ نہ واڙيندو ڪر،
پنهنجي درديلي ماضيءَ کي يڪدم ڪري پائمال،
جاني هاڻي منهنجي آڏو، لڙڪ نہ لاڙيندو ڪر،
منهنجا تو لئہ گل گلابي! ٻئيا ڇپ رومال.

جاني مون ڪلهه رات ڏٺو هو هڪڙو پيارو خواب.
رت ۾ ريٽا بيٺي پو پيي رسيا هئاسين ماڳ.
حيرانيءَ ۾ وهنتل سوالن جو به مليو نه جواب.
جاني مون ڪلهه رات ڏٺو هو هڪڙو پيارو خواب.

ننڊ واديءَ ۾ ان سپني جو. ڪنهن کي ملي ثواب!
منهنجو هو؟ يا تنهنجو هو! يا مارڳ جو هو يا ڳ؟!
جاني مون ڪالهه رات ڏٺو هو هڪڙو پيارو خواب.
رت ۾ ريٽا بئي پو پيي رسيا هئاسين ماڳ.

---

تو نه ڇپيو هو...



اي درد واسيو! اچو تہ درد کي دکايون،
هر ڏاڍ، ظلم، جبر جو ڪو ڪانڌيو ڪيئون!
ڪو انقلاب آڻيون، نئون امن جو شهر اڏايون،
اي درد واسيو! اچو تہ درد کي دکايون.

هن "بند زندگيءَ" جي نظام کي مٽايون،
رات کي رات! ۽ ڏينهن کي ڏينهن چئون!
اي درد واسيو! اچو تہ درد کي دکايون،
هر ڏاڍ، ظلم، جبر جو ڪو ڪانڌيو ڪيئون!



زخمي نہ ٿي پون، پنهنجون نرمل آڱريون تہ جهل،
منهنجي من ستار جون تارون تنل آهن!
گيت ڪيئن ٻڌي سگهندينءَ پنهنجي دل کي پَل!
زخمي نہ ٿي پون، پنهنجون نرمل آڱريون تہ جهل.

چپ چپات ۾ نيڻن سان ئي احوال دل پلي سل،
منهنجا هي پياسا چپ تہ اڄ سبيل ناهن!
زخمي نہ ٿي پون، پنهنجون نرمل آڱريون تہ جهل،
منهنجي من ستار جون تارون تنل آهن!



تو جهليو سگريٽ هاڻ مون پيئڻ ڇڏي ڏنو.
هاڻ غم کي ئي سگريٽ سمجهي پي ڇڏبو!
ائين رولاڪ بادل جيان مون رلڻ ڇڏي ڏنو.
تو جهليو سگريٽ هاڻ مون پيئڻ ڇڏي ڏنو.

تو چيو اداس ۽ وياڪل مون رهڻ ڇڏي ڏنو.
ترتيبو نہ، بي ترتيبو ئي جاني! جي ڇڏبو!
تو جهليو سگريٽ هاڻ مون پيئڻ ڇڏي ڏنو.
هاڻ غم کي ئي سگريٽ سمجهي پي ڇڏبو!



زندگيءَ لاءِ ڇا نہ تو ڪرڻو پوي،
دمبدم ڌڪڻو پوي ٿو لاٽ جيان!
لاٽ جيان جلڻو پوي، مرڻو پوي،
زندگيءَ لاءِ ڇا نہ تو ڪرڻو پوي.

ڪنڌ جهڪائي سر اڏيءَ ڌرڻو پوي،
رات ڏينهن سڙڻو پوي ٿو لاٽ جيان،
زندگيءَ لاءِ ڇا نہ تو ڪرڻو پوي،
دمبدم ڌڪڻو پوي ٿو رات جيان!

---



زندگيءَ ۾ زندگيءَ جو نہ ڪو احساس!
هي جيون ڄڻ تہ پاڻيءَ جو ڪو ڦوٽو!
بندگيءَ ۾ بندگيءَ جو نہ ڪو احساس،
زندگيءَ ۾ زندگيءَ جو نہ ڪو احساس!

مئہ ڪشيءَ ۾، مئہ ڪشيءَ جو نہ ڪو احساس،
روشني ۽ اونده ۾ فرق نہ ٿو ڪري سگهو؟
زندگيءَ ۾ زندگيءَ جو نہ ڪو احساس!
هي جيون ڄڻ تہ پاڻيءَ جو ڪو ڦوٽو!



لوڪو! مون اڄ رات ڏٺو آ هڪڙو نيارو سپنو،
بيڙيءَ ڪي ساڙينديِ، آن ۾ ظفر خود سڙي ويو!
اهڙو مون نہ ڏٺو هو اڳ ۾ ڪو ڏکيارو سپنو،
لوڪو! مون اڄ رات ڏٺو آ هڪڙو نيارو سپنو.

ڪيئن ٿيو نيارو ۽ ڏکيارو پوءِ پيارو سپنو!
ظفر گم ٿي ويو، ڪمريءَ ۾ دونهون پو پکڙي ويو!
لوڪو! مون اڄ رات ڏٺو آ هڪڙو نيارو سپنو،
بيڙيءَ ڪي ساڙيندي، آن ۾ ظفر خود سڙي ويو!



اڄ دکي آهيون اسين، اڄ بوتلون کولي ڇڏيو،
پيئبو، اڄ جيئبو، اڄ جهومبو، اڄ ڳائبو!!
ٻانهن، ٻانهن ۾ وجهي اڄ، خود ڇلو، ڇولي ڇڏيو،
اڄ دکي آهيون اسين، اڄ بوتلون کولي ڇڏيو.

درد پنهنجا دک ڏڙن ڏي اڄ وري رولي ڇڏيو،
موج ۾ ڊانس ڪبي اڄ ڳائبو، ڳارائبو!
اڄ دکي آهيون اسين، اڄ بوتلون کولي ڇڏيو.
پيئبو، اڄ جيئبو، اڄ جهومبو، اڄ ڳائبو!!



ائش ٽري ۾ پچو پاڻين ٿي، سگريٽ جو ٽُڪرو تہ ناهيان،
مان فلٽر ئي، مون کي چپن سان ملاءِ رکو!
جنهن کي چاهيو هو تو، مان تہ اهو ئي ظفر آهيان،
ائش ٽري ۾ پچو پاڻين ٿي، سگريٽ جو ٽُڪرو تہ ناهيان.

مان وسڪي؟ مان بوتل؟ مان گلاس؟ مان چا آهيان؟
ان سان منهنجو چا؟ مون کي لبن سان ملاءِ رکو،
ائش ٽري ۾ پچو پاڻين ٿي، سگريٽ جو ٽُڪرو تہ ناهيان،
مان فلٽر ئي، مون کي چپن سان ملاءِ رکو!



او گيت محل جي رائي! مون وٽ "بند- پيرن" سان اچ،
"لب مصرعن" سان مرڪ تہ مان چپڙن جا جهول جهليان،
جذبن جي گهنگهرن جي پايل تون چمڪائيندي نچ،
او گيت محل جي رائي! مون وٽ "بند- پيرن" سان اچ.

رچ رات ۾ برندو تڏهين سچ جو ڪوئي مچ!
اچ آلاپن جي ورلاپن ۾ توسان سور سليان،
او گيت محل جي رائي! مون وٽ "بند- پيرن" سان اچ،
"لب مصرعن" سان مرڪ تہ مان چپڙن جا جهول جهليان.



دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٽو ٽمي پيو؟
ويجهو ٿي ڏسو تہ ڪهڙي ڏيهہ سان ٿيو ڏاڍ آ؟
مغرور جي اڳيان هتي مجبور ڇو نمي پيو.
دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٽو ٽمي پيو؟

انسان ڪي ٿيو آه ڇا؟ سڪن ڪي ڇو ڇمي پيو؟
ڇا ڏات، سچ، سنڌ ۽ انسانيت مري ويا!
دنيا جي گولڙي منجهان ڇو رت ٽو ٽمي پيو.
ويجهو ٿي ڏسو تہ ڪهڙي ڏيهہ سان ٿيو ڏاڍ آ؟!



تنهنجي لاءِ نہ پنهنجي لاءِ، جيوت لاءِ اڄ گيت لکيو مون.
منهنجو گيت ٻڌڻ لئہ ماڻهن، ڪيہ ڪنن مان ڪڍي ڇڏي.
"ٻـُڪيو ماڻهو نان گهري ٿو، سڪيو ماڻهو مانَ!" لکيو مون.
تنهنجي لاءِ نہ پنهنجي لاءِ، جيوت لئہ اڄ گيت لکيو مون.

پنهنجي من مان منهنجا جاني، ڪينو ڪلفت ڪڍي ڇڏيو مون،
مون سان گڏجي هر هڪ شاعر! پنهنجي ڇڏي اڄ! آڏي! آڏي!
تنهنجي لاءِ نہ پنهنجي لاءِ، جيوت لاءِ اڄ گيت لکيو مون،
منهنجو گيت ٻڌڻ لئہ ماڻهن، ڪيہ ڪنن مان ڪڍي ڇڏي.



جذبن جو ڪتاب ۽ لڙڪن جو ديوان تو ڳوليان،
دل مضبوط ڪري ويهہ جاني! مان تو گيت چوان!
ڇاتيءَ ۾ مانڌائي ڦيري آءٌ تو هانءُ ڇڇُوليان،
جذبن جو ڪتاب ۽ لڙڪن جو ديوان تو ڳوليان.

پنهنجو ماڳ ۽ پنهنجي منزل هنڌ هنڌ پيو تو ڳوليان،
سڏڪو روڪي ٻڌ تون جاني! "منهنجو ساجن تون آن"
جذبن جو ڪتاب ۽ لڙڪن جو ديوان تو ڳوليان،
دل مضبوط ڪري ويهہ جاني! مان تو گيت چوان!

# نيو ٿنڪرس فورم جون اڳيون ڇپائون

**آرٽ ڪارڊس:**

شگفته شاهه ، صنوبر سيد، وحيده قاضيءَ جي پاڪيٽ سائيز اسڪيچ ڪارڊس جا سيٽ

**گريٽنگ ڪارڊس:**

ڇپائيءَ جي شاعريءَ تي شگفته شاهه جا ڪلر اسڪيچ گريٽنگ ڪارڊ - **في ڪارڊ** 20 رپيا

**وڊيو سي ڊي**

**آرٽ اِن سنڌ:** وحيده قاضي، شگفته شاهه، ڊاڪٽر زبيده جوتيجو ۽ انيلا ميرائيءَ جي واٽر ڪلر، لائينز / اسڪيچ ورڪ، ايمبرائڊري ۽ گلاس پينٽنگ تي مشتمل 135 پينٽنگس جي وڊيو مووي. **قيمت** 60 رپيا

**ڪتاب:**

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ | صنف | قيمت |
|---|---|---|---|---|
| 1. | مشعل ٻرندي رهندي | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 2. | شاعريءَ جون صنفون | ظفر عباسي | صنفن جو تعارف | ختم ٿيل |
| 3. | خواب اکين جي شاعري | صنوبر سيد | نظمائو نثر | ختم ٿيل |
| 4. | ٽوڪن ٽيندي ڏار | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 5. | ٽين دنيا | ظفر عباسي | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 6. | ڪنهن ڪنهنجي ننڊ چورائي | نسرين سيد | شاعري | ختم ٿيل |
| 7. | رومن اسڪرپٽ سيکي ٻولين لاءِ | حليم بروهي | رومن اسڪرپٽ | 75 رپيا |
| 8. | سونهن سندو ساگر | مقبول مارو | شاعري | 70 رپيا |
| 9. | اڻپورو اظهار | ثريا سرهاڻ گل | ڪهاڻيون | 20 رپيا |
| 10. | جذبن جهوريو جيءُ | ساجده جبين | ڪهاڻيون | 60 رپيا |
| 11. | مون کي هوائن ۾ ڳولجان | طارق خشڪ | ناول | 80 رپيا |
| 12. | اسان جي ڳلين ۾ اوهان جا حوالا | نسرين سيد | شاعري | 60 رپيا |
| 13. | نير ناٿي نيڻ | اويس قرني | شاعري | 90 رپيا |
| 14. | دلڙي ٽوڪي ساري ٿي | ثريا سرهاڻ گل | شاعري | 25 رپيا |
| 15. | سار جي خوشبو | مشتاق بخاري | غزل / شاعري | 60 رپيا |
| 16. | خواب جاڳي پيا | نمر ناز | شاعري | 100 رپيا |
| 17. | سپنا سڏڪن پيا | مهڪ جوڳي | شاعري | 80 رپيا |
| 18. | نشان چپن جا | وشال امير | غزل / شاعري | 80 رپيا |
| 19. | منهنجي چاهتن جي منزل | ڪزبانو سندو | ناول | 100 رپيا |

گهٽ ۾ گهٽ پنج ڪتاب گهرائڻ تي 33 سيڪڙو رعايت ۽ ٽپال خرچ اداري جي ذمي هوندو

**لکڻ لاءِ ايڊريس:**

**نيو ٿنڪرس فورم**

D-4/20 **نسيم نگر فيز- III قاسم آباد، حيدرآباد. فون:** 0300-3094527



پنهنجون لکٹيون ٻہ ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون ٻي،
هاڻ ٻـُـلائڻ ٻـہ جي چـاهين تـہ ٻلائـي ڇـڏجان،
ڳوڙها ٻہ نہ ڳاڙيندس، تنهنجي چوڻ تي ڇڏيندس ٻي،
پنهنجون لکٹيون ٻہ ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون ٻي،

جي! جي ٿـي سـگهين اکيلـي مـون ٻـن تـہ ٻلـي،
بيڊ روم مـان فوٽـو ٻـہ قـاڙي ۽ اڇلائـي ڇـڏجان،
پنهنجون لکٹيون ٻہ ارپيم توکي ۽ پنهنجو جيون ٻي،
هـاڻ ٻـُـلائڻ ٻـہ جـي چـاهين تـہ ٻلائـي ڇـڏجان،

NTF Graphics Cell # 0300-3094527

شاعري {غزل ۽ ترائيل}
ظفر عباسي
NTF

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)